# راھون پنڌ پيون

(مڪمل غزل)

نارايڻ شيام

سهيڙيندڙ

مصطفيٰ نانگراج

روشني پبليڪيشن

ڪنڊيارو

1998ع

Roshni Book No. 125

راهون پنڌ پيون

(مڪمل غزل)

شاعر: نارائڻ شيام

سهيڙيندڙ: مصطفيٰ نانگراج

ڇاپو: پهريون © روشني 1998ع

ڪمپوزنگ ۽ پرنٽنگ: فائين ڪميونيڪيشن، حيدرآباد، سنڌ.

ڇپائيندڙ: روشني پبليڪيشن، ڪنڊيارو، سنڌ.

ٽائيٽل ڊزائين: عبدالرسول عباسي

RAHOON PANDH PAYOON

(Complete Ghazal)

Poet: NARAYAN SHYAM

Compiled by: Mustafa Nangraj

First Edition: © Roshni, 1998.

Composed & Printed By: Fine Communication, Hyderabad, Sindh.

Published By: Roshni Publication, Kandiaro, Sindh.

# انتساب

ان جي نالي
جنهن پنهنجي مٽيءَ هن جيءَ کي نمود ڏني،
۽
ان جي نالي
جنهن لوليءَ ۾ هيءَ ٻولي ڏني-!

# سناءُ

## دل کي آهن دليل پنهنجا — مصطفيٰ نانگراج

### غزل جي پهرين سٽ

صفحو

52 جاڳڻ کان پوءِ دل نہ پوي اضطراب ۾

53 رهان تو دور تہ چاهي اتي وسي ٿي دل

54 لوڪ جي اک کان لڪائي تنهنجو نت پوڇن ڪندڙ

55 زندگي ٿي زندگيءَ جي لاءِ محنت جو سبب

56 اڄ اڄ سائي وڻ جي هيٺان

57 پيار کان، پيڙ کان بچي سگهندين

58 مون ۾ آهين تون وهم ٿي پايان

59 هي اسان جوئي حافظو آهي

60 مون ڏٺو هر روز جيڪي تا ڪريو

61 نگاهہ تنهنجي بدن تان ڪڇي ڪڇي نہ ڪڇي

62 تو ڏينهن ڏني ديپ تہ ٻاريو هو

63 ننڍ نيٺين اُٿئي نہ ڪا چاڪاڻ

64 پيار نہ پاسي سايا جهڙو

65 لنيو پٺي پکيءَ چا گهٽي مهل کان

66 نہ جي پهٽن تان هلندي ٽاڙيا ها

67 پاڻ ۾ تنهنجو منهنجو لاڳاپو

68 تو رستي تي چو مشڪيو پٺي

69 ويندي ويندي اُئين ڏٺائين چو؟

70 جيسين توسان پرين ! اڇي ڪڏجان

71 ڪهڙي سرحد، هي تہ بيحد جو جهانُ

72 پاڻ ۾ پاتو ليو هيڪر نہ تو

73 نہ گل حقيقت نہ تون حقيقت

74 اجهو اُس پٺي چنبڙي اِئَن گلن کي

75 اڄ بہ ڪلهہ جان پرهہ ڦٽي آهي

76 دوست، جڏن موت ۾ تو ڪيڪاريو

77 ڏسي ڪنهن کي ٿي دل لڇي چو پٺي

78 مون نہ جواني ۾ هي تنهنجا انگ سڊول ڏٺا

79 شوالي ۾ وڃي گهنڊ ڪڏهن هوم وڄايو

80 بادلن جي چانو – اُس جي راند پرمايو مون کي

81 مون تہ سمجهو ايندي دعوت عيد جي

82 "شيام" پنن جي ٻيڙي ٺاهي، گيتن ساڻ ڀري

83 ڪارگر ڪنهن ريت آئينو ٽٽي

84 انهن ئي اکين آگ دل ۾ لڳائي

85 تنهنجي هي مات تہ ديوار نہ ڪا جٽن پاسي!

86 راهي ڪوبہ نہ اوسيڙو ڪو

87 تهہ تهہ ورائي هوند ڏٺئہ اندڪار جو

88 هيرو صراف جي ڳولا ۾ هٿون هٿ هلندو

89 دل ۾ پاو ماٺيٺا ڪنهن جي روپ جاڳايا

90 ڏرم جو آ ٺن وجود آهہ ضد جشن پاسي

91 اُونداهي جا دوار کُلي پيا

92 چنڊ اُڪر ۾ چڙي، بند ڪمري ۾ اچي

93 صورت جون رنگتون ۽ محبت جون صورتون

94 چڪي گهونگهٽ تو منهن ڇپايو پي

رهيس تولئہ قربائتي شخصيت مان 95
ايکانت ياڪ سار سگهئين ڪِينَ جا سهي 96
رستي جي پر، وڻ وڻ هيئانِ سُس پس ڪري هوا 97
ڪئن چوان تصوير هُوءَ هُوبهُو تنهنجي هئي 98
اچ هلي اچ اٿاهه ساگر ڏي 99
ڏسي مون ڏي رڪي رڪي مُوڪيو 100
شام جو وڌنديءَوئي اوندهه گهٽي 101
بنان سمجهہ سمجهو مون جئن سلسلو 102
تُوکي ڪيتريون ڪيم پنهنجي دل جڙن پارتون 103
هئي زندگي رچ جي ريت جان 104
ايندڙيون پير بہ چمنديون لهرون 105
گيت جو سر ۽ لَي جي سمجهون 106
مان تہ هڪ يادگار پيڙهين جو 107
ڏنو مون چنڊ ڪڙيو سج لٿي ڪان پهرين جو 108
اَسهہ چپ چاپ اَپ جي آهہ تارن ڪان ٿي نوراني 109
ڪيترا رستا ۽ ڪيڏا موڙ هتا 110
ڪيڏي موهڻي پريم جي مايا 111
ويچار ڪو ٽڪرايو اچي دل جي تَهن سان 112
هن ٿي وڻ جي چانگيل تاري 113
هئن رڻ پٽ جي سخت سفر تي نڪتو آهين ڏينهن تتي 114
سخت سيارو سج سامهون پڻ سارو جسم ڪنبي ٿو 115
ڏسي گلاب سرءُ ۾ ٽڙيل خوشي تہ سَري 116
فضا خاموش، پويون پهر، چُپ تارا، اڪيلائي 117
تارچ شعاع ڪري ۽ ڪا شي چمڪي جئن ڪوهيڙي ۾ 118
آهيان تہ بوند پوءِ بہ لهرون ڏسي ڏسي 119
جُونَ جيءَهيٺاڪ منجهند جي سمي 120
آڏيءَ رات ڏٺو مون جاڳي 121
آرتي جو آواز اچي جئن هر مندر مان سانجهيءَ جو 122
رهنديون اکيون تہ ڪين رئڻ ڪانسوا ڪڏهن 123
ڪيڏوئي انڌڪار هجي پل نيڻن ۾ سو نُور هجي 124
دل ۾ غم ۽ منهن تي ملال 125
ڪٽي پٽرن تي بہ ڦل ڦل رکيا سين 126
لفظ ائن جادوگري دل تي ڪئي 127
هر اڱڻ ۾ نہ هتا گل، هئي بيشڪ چانڊاڻ 128
لهندڙ سورج پُٺ پري 129
دل اکين ڪي ڪتان ڪري قابو 130
رات گهڙيون ڪي آهہ اچا پي پر بہ سمهي چا هاڻ ڪريون 131
هتي حسن ڪي هٽ يلا چا ڪي آيو 132
اچ ستل سورن ڪي جاڳائي ڏنم 133
صبر خاموشي ڪريان ڪيئن اختيار 134
جتي عمر گذري وئي پٽڪندي ٿي 135
پرانهون پنڌ پي ناهي، پلي جي ناهہ ويجهائي 136
منهنجي غم ڪي پرين! سنواريو تو 137

180 گونجيو گيت فضا ۾ کهڙو
181 ”متان گل چنيس!“ رڙ ڪيئه دور ڪان
182 سيڪي جي هڪ نگاهه ۾ ڏسجي سکهي به ها
183 سڄو ڏينهن پاتم ڪُڇڻ مان ڪڙائي
184 سڄ سامهون جڏَن ڪڪري آئي
185 قسمت ٻڌائي جنهن ٿي خالي هٿين هجي
186 ڪڏهن اڳ ۾ نه ڏيکاري هئي تو بيوسي اهڙي
187 اي شور ڪاڏي دنيا، چپ پي ذرا ٿئين ها
188 ويندي نيٺ منجهه لقاءَ
189 جيڏانهن ۽ جڏهن به هليس جنهن به جاءِ تان
190 تنهنجن شعرن مان پٺي هر هر جهاتي پائي مرڪي جا
191 سچ بنياد آهي سپنن جو
192 وقت ۾ جي پيو به ڪي ناهي
193 چانوَ ۾ تنهنجي نگاهن جي هُئم گهاريون گهڙيون
194 دل ۾ باهه دکي جا آهي جي نه ڪوئي پي ٺاريندو
195 چڙو چرڪين جي آهٽ تي ڪا ايندي آهي اِئن نه قضا
196 مرڪندي ڪئن نه جڏَن جسم جڏا جيءَ جهُريا
197 اڄ نه سهي پر هڪ ڏيهاڙي
198 روشني اهڙو وٺي جادو ڪري
199 عزت اتم ايتري بيشڪ نه ڪٽي
200 مَليل هر مُنهن تي آهي رنگ رِولي
201 ڪرٽي ڪرٽي تي ڪئي صبح پُڇا:
202 اُس نه تِڪي ڇايا به ڇڏي
203 وڃائي پيار جي نظرن جو اعتبار ڏنم
204 مونکي هيساءِ نه تون موت جو پاڇو بڻجي
205 پل وڏو انسانُ ڪان انسان جو پاڇو هُجي
206 هٿا ٻاهرَ ته ستائڻ وَارا
207 رات جي پيڙ سمائي جيءَ ۾
208 پيچ پنيءَ جي خاموشيءَ ۾ سسڪيءَ جو آواز
209 اُهي صرف پٺڻ جو ناڻ
210 هُو جو اڳ هو هاڻ ڪٿي سو
211 صبح ٿيڻ ڪان اڳ بيداري
212 ڪنهنجي مَهڪي فضا ۾ رعنائي؟
213 ڪڏهن پلجي به ڪائي ڳالهه تو چوري نه مون چوري
214 درد جو دهرو دانُ، سين لءِ هڪ جهڙو
215 سونپيو ٻاڻُ تو ماڻُ رکي
216 ٻاهر آهي پڪ طوفانُ!
217 مليون نگاهُون جڏهن چال وقت جي به رُڪي
218 جهيٽو هُڳاءَ، هُنجو پکو ڏيان ڪيترو
219 هوا جو ائينَ ڪوئي جهونڪو لڳي ويو
220 ڏيري ڏيري لهرن ڪئي اِئن واري پي ويٺي
221 مون جا چوري تنا اَنهيءَ جي جهيٽي جهيٽي جهانءِ
222 ڪير ساگر مان نه ڪو جل نڪتو.

401 اکين تي تو چڙهي رنگ شباب آهستہ آهستہ
402 ماهپارن کي ڏسڻ جي مهل آهہ
403 بلبل کي بس اُهوئي اڃان انتظار آهہ
404 بي سود بهار آهہ نہ جي جام شراب آهہ
405 هر قدم اهڙي طرح اِڪتي وڌائيندا هلو
406 جي مڙيا بادل هُو ڪارا ڇا ٿيو؟
407 هڪ جوانيءَ جوئي سهارو هو
408 پاڻ ٿي حال ٻڌڻ لءِ هٿين آتو اهڙو
409 تون هٿين يا ڪوئي تو جهڙو هو
410 اهي گهريون گهريون ۽ ڪاريون اکيون
411 ڪهڙي دنيا مُنيءَ جي ڳالهہ ڪريون
412 حال دل ڪولي زبان ساڻ ٻڌايان ڪٿَ مان
413 شمع محفوظ ٿي وسامڻ کان
414 شڪستہ دل جي ڪري بحث ۾ نہ پونداسين
415 جي درد ٻئجي ڪوئي سنياري تہ ڇا ڪريان
416 شوق گلزار ۾ اکڙين جي ڦهارن سان ورونهن
417 پري آه، دل ۾ ٿي خود باهہ پاريم
418 ڇڏ رسڻ جي ريت راڻا، آءٌ تہ پرچون پاڻ ۾
419 مسرت ۽ راحت جا رنگين سپنا! تبسم تي تارن جي اڄ انجمن ۾
420 دِنيا سان رک ثابت لاڳ
421 پرندن جا نغما ۽ گل گل جي رنگت ۽ حسن مجسم جو انداز نازڪ!
422 عشق کي ٻئجي، وري مئجي وجڻ جو آهہ شوق
423 هميشہ بخت جي در تي اميدوار بہ ڏس
424 ايءَ نکهہ، آفاق جو دامن اُڊوڙ
425 خَبر جي دائري کان بس ٿيا 'ڪلهہ' ۽ 'سيان' ٻاهر
426 تو ۾ ٿي دلبر وسي، دل کي نہ اِئن پرماء ڪجهہ
427 اي زندگي! وٺان ٿو مان پنهنجي خَبر جي واٽ
428 هيڏو روشن هجر جي رات
429 بشاش ستارن جي شرارت کي ٿيو ڇا؟
430 ڦوهہ جواني چنچل ڏارا
431 نالي ٻڌڻ سان دل ائين تڙقي سگهي نہ ها
432 تصور ۾ مون جي ڏٺا روپ تنهنجا
433 مئجي دنيا کي سنئين راهہ لڳائڻ وارا
434 مٺو سرور هي جهرڻن جو، گيت نهرن جو
435 ڪلپنا نيٺ ڇا ٻڌائيندي؟

# دل کي آهن دليل پنهنجا

شاعري موسمن جو گلدستو آ ۽ شاعر اُن جو هنڌان هنڌان سيرون ڏئي ويل گلدان ـــ آ
عجب حالت ٿي هجي گلدان جي ـــ سارو جيون گلن جي محافظي ڪندي ڪندي
۽ پنهنجو پاڻ وڃائيندي گذاري ٿو ڇڏي. هونئن تہ موسمن جو ڦيرو ڏاڍو ننڍڙو آ؛
سرءُ، سيارو، بهار، اونهارو ـــ ! ڪيئن نہ چئن لفظن جي بي تڪلف دائري ۾
سمائجي ٿي وڃي موسمن جي موجودگي ـــ ! ڪيتري نہ محدود ٿي ٿئي موسمن
جي موڙي؛ صرف چئن لفظن جي برشن جو ٿي تہ ڪينواس آ موسمن جي
موجودگي! پر اِهو ڪير ٿو چوي؟ـــ ۽ اِهو ڪنهن جي لاءِ آهي؟ سڀ سوال سين لاءِ
ناهن هوندا ـ سوالن جي سخا اِها ٿي تہ آهي ۽ تہ احساسن جي تهداريءَ ڏانهن اگر ڪٿن
تا. ڇاڪاڻ تہ ائين آسانيءَ سان ڪير مڃيندو تہ اِنهن چئن موسمن جو ڪينواس ڪو
ايتروئي ننڍڙو آهي- ياري ۽ ڇِتَ جي تِڪَ ڪيڏي نہ ڏکهي آهي جو ماڻهو موڪا ٿي
سَوِڙين، بند ڪمرن، هيٽرن، ياهہ جي مچن، وڻن جي ياڇن، پنکي جي هوا ۽ اي
سيءَ جي ٿڌن ڪمرن ڏانهن ڊوڙون پائن ٿا ـــ ها پر مسئلو اِهو آهي تہ ياري ۽ ڇِتَ
جو توڙ تہ آهي ني! ڪٿي نہ ڪٿي تہ بچاءُ ٿئي ٿو، ليڪن من جي موسمن جي
لامحدوديت جو ڪهڙو توڙ آهي؟ ڪهڙو بچاءُ آهي؟ـــ

دهلي هيڏي ساري بستي
شيامر تڏهن ٻيي دل ويڳاڻي!

مَنُ بدن جو دربانُ سدائين عقل جي هٿن مان ڪنهن نئين نويل ڪبوتر جيان پڙڪو
کائي ڇڏائي ٿي تہ ويو آهي ـــ !

دل ڪي آهن دليل پنهنجا ٿي
عقل ڪي جن جي جاڻ ٿي ناهي!

شيامر خود موت ٻڏي مست ٿي جهومِي ۽ نچِي،
زندگيءَ جي سا مٽر راڳڻي ڳائين تہ مڃانءِ!

موسمون الائجي ڪيتريون آهن جي شاعر جي مَنَ آڳند تي هڪ ٿي ويل لهن ۽ اُڏن ٿيون — هُو نہ جِي ٿو سگهي ۽ نہ مري ٿو سگهي؛

الائي ڪهڙي گهڙِيَ اُن مان شيام نڪتاسين
وطن ورڻ تہ ڇا، سرحد ڏسڻ نصيب نہ ٿي!

اِن دُکَ جو سُکُ آهي ڪوئي!؟— ڪوئي بہ ناهي، جنهن شخص؛

شيام پڻ جي بيڙي ناهي، گيتن ساڻ پري.

تنهن کي ڇا ڏئي سگهياسين!؟— هڪ نئين بنهہ نڪور ڪريپ ڏيارينڌڙ جلاوطنيءَ جي موسم!!

آخر ۾ عرض تہ هيءَ شيام جي سمورن غزلن کي سوڌي، سهيڙي جيڪو مجموعو "راهون پنڌ پيون" مون تيار ڪيو آهي، اُهو اِن ڪري نہ تہ ڪو شيام غزل جو ڊگهو، بندرو، سوڙهو يا ويڪرو شاعر آهي، جيئن عام طور تي لکيو آهي، بلڪ مون اِن ڪري تيار ڪيو آهي، جو هو 'شاعر' !— ۽ شاعر هجڻ جي ناتي مون اِهو پاڻ تي قرض ٿي ڄاتو تہ مان شيام جي شاعري سهيڙيان. ۽ اُها مون سهيڙي ورتي، جنهن جو هي پهريون ڪتاب غزلن تي مشتمل آهي، جنهن جي آخر ۾ محققن جي سهولت لاءِ ڏسٽي (Index) بہ تيار ڪري ڏني اٿم تہ جيئن تحقيق ڪندڙن لاءِ شيام تي ڪم ڪرڻ ۾ آساني ٿي سگهي تہ ڪهڙو غزل ڪهڙن ڪهڙن ڪتابن جي ڪهڙن ڪهڙن صفحن تي آيل آهي. ڏسٽيءَ ۾ ڪتابن جي ڇپجڻ جا سال بہ شامل ڪيا ويا آهن — ۽ ٻيو تيار ٿيل مجموعو آهي، شيام جي باقي سموري شاعريءَ تي مشتمل — جيڪو بہ جلد اوهان تائين پهچي ويندو.

هن سڄي ڪم لاءِ مان پنهنجي پياري دوست/ ياءُ روشني پبليڪيشن ڪنڊيارو جي روح روان عليٰ نواز گانگهري جو تمام گهڻو ٿورائتو آهيان. جنهن جي مدد سان هي ڪم پنهنجي منزل تي پڳو ۽ ان کان علاوه مان پياري عبدالرسول عباسيءَ جو بہ ٿورائتو آهيان.

سدائين گڏ
**مصطفيٰ نانگراج**
سنڌ زرعي يونيورسٽي ڪالوني
ٽنڊوڄام
18- نومبر، 1997ع



جڏهن آئين سامهون ڏسي مسڪرائي
ڏٺئي پيو ته ڪو هئو ته جهٽ سر جهڪايئه!

ٻُڌءِ ڪنهنجون ڳالهيون نه تي ڏيان سان جي
ته ڇو ڪنڌ پنهنجو نه سڌ تي ورايئه؟

اڪيلو رهڻ ڪان ڊنين ڪيترو تي
اڪيلو رهڻ هاڻ ڪئَن راس آيئه؟

ورائي ورائي مُڙي مون نهاريو
مگر مرڪ هڪڙيءَ لءِ ڪيڏو سڪايئه!

ڏسڻ سان تيمر جا خوشي دل جي حاصل
ملي ان جو گهيرو اُفقَ سان ملايئه!

اکين ۾ تي ڪومل مدر ياوَ مهڪيئه
ڪٿي گل تي جئن ڳل تي ڏيري گهمايئه!

سڄو وقت تو وٽ هُيس سو به ير ۾
اچانڪ ڇڪي شيام ڇاتيءَ لڳايئه!





هتن سان مُنهن ڍڪين چو تي اکين ۾ ڪي لڪائين تي
وِتي ڏس آڱرين وچ ۾ وجيئي ڪٽن نہ تي وڏندي!

هُيس پُورن ۾ وينو پر ڏنم تو ڏانهن جتَن آخر
چيئہ تقڪي هٽي ڳل تي: اُتي هل تي وئي سانجهي!

الاجي ڪيڏي دوريءَ تان ستارن پٽي ڪٽي ٿم ٿم
ڏسي سيني ۾ دل ڏڙڪي ۽ دل ۾ سار ڪا چٽڪي!

ڏٺو مون صبح فيروزي اکين ۾ اس ڪٽي جاڳيس
هُيم لنءَ لنءَ ۾ هيرن جهڙي پر جهرمر بہ تارن جي!

جواني جنم يوميءَ مان ڪٽي نڪرڻ ڪي اڄ سارين
ٻنهي مان ڪنهن بهاني يي ڏسي هاٿي نہ ڪا سگهبي!





هيڏو اُپ ۽ هيءَ موڳائي
ايڏي جھولي ڪنھن ڦھلائي؟

ڏک ڏک آهي تنھن ھوندي پڻ
ڏک ڏک جي پنھنجي گھرائي!

ڀانيم ڪنھن ٻئي سوچيو ويئي
پنھنجي دل مون اِئن پڻڪائي!

خالي خالي مَن جو مندر
مُورتي ان مان ڪنھن چورائي؟

چيٽ به آهي ڏک به نه آهي
سُرهي ناهي ته به سرهائي!

گھر مان انبر ڏانھن اُڏائي
گھٽجي گھٽجي اڄ تنھائي!

ڪوبه نه هئو ته به سمجھه آهي
ڪنھنجي سار اِجھو اِئن آئي!





هئي ڪيڏي ورهه جي پيڙ مِني
سچ ملڻ ۾ نه سا ملڻ جي خوشي!

رات هڪ پئي جي دل جي دڪ دڪ ۾
دور رهندي اسان تي صاف ٻڌي!

صبح کان اڳ وهائو تاري تي
مون ته تنهنجي پرين، نگاهه ڏٺي!

اِئين ساڪيات ڏيان ۾ آئين
مون کي محسوس تنهنجي خوشبوءَ ٿي!

وقت جان مون وٽان لنگهي وئين تون
وري آئي نه ويل سا موٽي!

روپ راڌا جو هانوَ ۾ ٿي هوس
ڇا نه پئي شيام جي نگاهه سِڪي!





آهيس لاشعور ۾ چا پيڙ ايتري
هر شخص جو لڳي تو اِئين ٿي ڏُکي!

هبڪي پڇيائين: ير ۾ بيو ڪير هي آتي؟
پاڇو ڏنو مون پنهنجو ڏنم جڏَن ذرا ڦِري!

منزل طرف وڌي نہ سگهيس ايڏو اڳيرو
بيهي قدم قدم تي ڏنم پئي مُڙي مُڙي!

ڪيڏو نہ صاف هاڻ تو رستو نظر اچي
تورو ٿي اڳ ۾ ڊوڙ اُڏائي تي ڪيتري!

ڏنڌلو پريان منار پُراسرار تو لڳي
خالي تڏو مفاصلو، تارن جي روشني!

پنهنجا ٿي تنهنجي مرڪ ۾ پاتائين شيام جو
بس اجنبيءَ بہ پاڻ کي پانيو نہ اجنبي!





تو سڏيو متيا سڄي سنسار کي
ڇا ڪريان پوءِ زندگيءَ کي، ڏس تہ ڏي!

ڇو تو سمجهين سچ جو سچ سمجهي ڏسيم
پيچ تہ سچ سمجهہ اِئين ڇاجي ڪري!

پل اُڏام آواز جي رفتار سان
تي هوا پڻ ڪنهن جڳهہ يت تي پوي!

سوچ جي پاتال مان اچ متيرو
وات جو پتر بہ تارو تو لڳي!

’ڪجهہ‘ ڏسڻ چاهيم نظر آيو نہ ڪجهہ
هونءَ نظر آيو مونکي ڇا ڇا نہ تي!

مون ڏٺو سپنو تہ سپنو پيو ڏسان
ائن سجاڳي آئي جاڳڻ کان اڳي!

زندگيءَ جي الجهڻ کان شاعري
ڪا گهڙي سنتوش جي مون واسطي!





تو اُميدن کي آسمان ڪيو
بس نگاھن جو گم نشان ڪيو!

سھڻي صورت ڏئم جڏھن بہ ڪٿي
نيڻ ھوڻي مون تنھنجو ڌيان ڪيو!

ڳالھہ مان ڳالھہ ويئي خود بڻجي
لفظ کي لفظ داستان ڪيو!

تو تہ آڱر رکي چپن تي ڪٿي
پر اکين مشڪندي بيان ڪيو!

پيار مان منھنجي دک جي ڇھري تي
چَپ رکي تو منو نشان ڪيو!

سھي تارن جا ڏنيس سانت رھي
ڪنھن کي اوندھہ نہ رازدان ڪيو!

پنھنجو فوٽو ڏسي ٿيم تصديق
اڳ نہ جنھن جو ھُيم گمان ڪيو!





منهنجو اڄ ڪيڏو نہ سُرهو سواس هئو
ڪنهنجو ائن سواسن ۾ منهنجي واس هئو؟

منهنجي ٻانهُن ۾ هُئين، مونکي مگر
جسم پنهنجي جو ڪٿي احساس هئو!

حسن آئيني اڳيان چُپ سوچ ۾
عشق ورتو اوچتو سنياس هئو!

هيڪلائيءَ جي حياتي جيئندي
ڪيترو پاڇن مٿان وشواس هئو!

واءُ جو جُهوٽو گهڙيو هئو باغ ۾
پر جو نڪتو سو تہ گل جو واس هئو!

ڏيمي ڏُن ٻنسيءَ جي، گوڏولي سمي
شيام ۾ ميرانجهڙو آڪاس هئو!





سُکيو سڏ ۾ سڏ ڏيندو يا ڪي سڏيندو؟
سڏيندو اهو سُور جيڪو ونڊيندو!

زماني جي نٿهڻ اُسن ۾ بہ ڪوئي
پيڻ جو ڪٽي قول، ڇا سر ڍڪيندو؟

وري ڏي وري ڏي اهي گل وري ڏي
ڇين خار پر تو ۾ وشواس ٿيندو!

ڏسي وٺ ڏسي وٺ اڙي اک ڏسي وٺ
وري هن ڪناري نہ غوراب ايندو!

گلن ڪانسوا پڻ الا، سونهن ڪيڏي
ڇڏيندين تہ ماحول توکي ڇڪيندو!

ڪڙيو چنڊ آهي ڪٽي جوت سج جي
مگر خوب دنيا کي چانڊاڻ ڏيندو!





هيءَ جا رنگ رتي سرهاڻ
اي گل، سانديئہ ڪنهنجي ڪاڻ؟

هردم نيڻن ڪي سنتوش
سونهن سدا ئي سڪ جي ڪاڻ!

پاڇو پاڇي ساڻ ڇُهي
ماڻ اڇوتو ڇهاءُ ماڻ!

اوُنداهيءَ جي پيڙا ڪان
ڪيڏو سائي تي چانڊاڻ!

فڪر تہ ڪئَن ئي گذري رات
رات بہ گذري پوءِ ڇا هاڻ؟

منهنجي لوڪ پَچار ڪئي
تنهنجي ڇو تہ ڪيم واڪاڻ!





اچي تڪ لاهه، ڏس پيو، سوچ پيو ڪجهه، ويهه وڻ هيٺان
ميسّر هئو ڪٿي پاڇي جو هيءُ سک سڄّ اُپرڻ سان!

مڌر سنگيت جيون جو ۽ سندر روپ جيون جو
ٻُڌو پيو ڪنهن ڪڏهن ڪن سان، ڏٺو پيو ڪنهن ڪڏهن اک سان؟

خبر ناهي تہ هيءُ سنسار سپنو آهہ يا ساپيا،
انهيءَ ڪي ٿي ڏسان جاڳي انهيءَ کي ٿي ڏسي جاڳان!

سجاتلَ نرم هٿ جان ڪتڪتائن هير جو جهوُنڪا
اُتي ويهي رهان، مرڪي، اکيون ٻُوٽي وري ليٽان!

ڏسي مونکي پريان ايندو چئي جيءُ جيءُ اڏامئين چڻ
پرن جان ٻانهون ڦهلائي اچي ڀاڪر پرينہ حُب مان!

لڪائہ شرم پنهنجي کي، لڪائہ درد پنهنجي کي،
ملائي اک نہ ڪنهن سان تو ڪراهيو ڪين پيڙا کان!

لُڙهيس جذبات ۾ مان ڪين سنڌوءَ جو ٻُڏي نالو
ڪيم محسوس ڇا ڇا شيام، توکي ڪيئن سمجهايان؟





شيام، لفظن سان رهان ٿو هاڻ مان
نيٺ هوندس مان بہ هڪڙو تن منجهان!

گيت جي رنگين لفظن کي ڇُهي
اڄ ڏسي ٿي توکي ڪهڙي رنگ سان!

تنهنجي لفظن جون اِهي آرائشون
حُسن خود پائي ليا هر لفظ مان!

اڄ تہ پيرن کان وڏي دل اڳيرو
۽ هليس پئي هڪ اڃاتل راهہ تان!

دڳ ڏسي گهر وٽ بہ پهچائي ويو
هيءُ نہ ٿيو ڪانئس ڪٿي نالو پڇان!

جئن ڪَتيون آهستہ ڪر موڙڻ لڳيون
ذهن پيي چپ چاپ جاڳيو ننڊ مان!





سامهون تہ جي هجيمر تہ سائُن ڪٿان رُسان
سامهون هجي تہ ڪيئن رُسان، ڇا رُسي سِگهان؟

خالي بہ ڏينهن ٿي تہ نہ تتوڪي ڏٺو اتمر،
اڄ تو ڏسانءِ پانءِ نٿون ڇتنيو تو ڏسان!

ڳالهيون ڪيون پين بہ اُهي پچي اسان ڪيون
ڪيڏيون بريون لڳن سي پين جون جڏهن پڌان!

ساڳيا ٿي لفظ، ڳالهہ تہ ساڳي مگر هئي
نظرن ڏنا انهن ڪي تي مطلب نوان نوان!

اُپ هيٺ وقت، جاءِ تہ هر ڳالهہ لاءِ، پر
مرڪي ڪڏهن ڪٿي ڪو پڇي حال تو جيان!

پٿر جو ديوتا ٿي تہ هئو جنهنجي جسم ۾
چرپر ذرا بہ ڪانہ تي تنهنجي ڇهاو سان!

دنيا وسيع هيتري ڏسندو رهيس رڳو
ڇا تي ڏسڻ گهريمر سو نہ سمجهس اڃا بہ مان!





نيڻن آڏو روپ جو درسن
من ۾ روپ روپ سان روشن!

امرت جو ۽ سندرتا جو
ساروئي هڪجهڙو ورنن!

پنهنجي پاپ جي شڪل ڏني مون
تنهنجو مکڙو اُجلو درپن!

من تہ ائين چئہ قول نڙيل ڪو
بند ڪليءَ جان پر تنهنجو تن!

پنڪي پنڪيو عمر سموري
پوءِ بہ هئو ڪنهن جاءِ پڌل من!

گهري گهري پياس جو آنيؤ
تنهنجو منهنجو جيون - بندن!

تون تن من جو سهڻو سنگم
مان تہ ڪڏهن من شيام ڪڏهن تن!





ڪچنار ٿار ٿار رڱيا گل بهار ۾
هر انگ هن جو حسن، فقط حسن پيار ۾!

'سهڻي' بدلجي 'ڪيڏي نه سهڻي' بڻي پئي
لڄ ڪان وڌيو لڪاءُ به وڌندي چمار ۾!

جاڳائي دل ڪي، خواب ڏسڻ لاءِ ڏئي وئي
اهڙو به ڇا هو تنهنجي انهيءَ هڪ نهار ۾؟

آڪاڙ ۾ به ڇانوَ املتاش جي ٽڏي،
منجهند جي ويل سوني لڳي انتظار ۾!

پرسان هئين يا پر ۾ هئين يا اڳيان هئين
ڪيڏو هئين تي ٿار هئو ليٽي بخار ۾!

جئن جئن ڏٺئه اکيون ڪٽي، نرمل ٿي من ٽيم
تنهنجي نظر ۾ هوس ڪ گنگا جي ڌار ۾!

سچ جو ٿي ڪوئي عڪس هئي هونءَ ته ڪلپنا
پر ڪلپنا ٿي سچ بڻي اي شيام پيار ۾!





نت توان روپ تيئن جي آڏو هُيا
پر نه موتي نظر آئي صورت اُها!

دل جي سُورن جون ڳالهيون تو مون سان ڪيون
سُور تنهنجا نه پر مون کي پنهنجا لڳا!

هيءَ اُداسي ۽ دُوريءَ ڀري دلڪشي
رات ساري ستارا رهيا تمڪندا!

سونهن آئب ٻٽي پيار ويسر ڏني
دک ڀري زندگيءَ جا ڪٽيا ڏينهڙا!

شيام ڪيڏي هئي سونهن سرچاوَ ۾
ڪنهن نه ماڻي مگر سا رُسڻ ڪانسوا!





ڏئي ڏيان ڪوئي ٻُڌي چو نہ ھا
چوڻ چاھين ھا تون اگر ڳالھہ ڪا!

اچين روبرو ھونُد سيڪي ڏسياڻ
لڪان ڪٿَن لڪڻ لاءِ آھي بہ جا؟

ڪلھي تي رکيئہ ٻانھن منھنجي جھلي
جڏھن سڀ پريان ئي پري تي ويا!

ھِتي کو ھُتي تھڪ چٽکي پيو
وساٹل ھئي ھوِنءَ تہ ساري فضا!

شڪايت ڪري شيام ڪٿَن سات جي
ھئي جنھنجي منزل ٻين کان جدا؟





جنهن نزاڪت سان هُيئه قول سجايا
زندگيءَ جا تو ڪيا رنگ سوايا!

مون فقط قول رئي تي تہ رکيا هئا
تو ئي پر پوئي اهي هار بڻايا!

تنهنجي سپنن کي ڇهي ڪين سگهيس مان
توڙي تو ساڻ هُيم نيڻ ملايا!

ڪالهہ انڪار ڪيئہ نيڻ جهڪائي
اڄ تو انڪار ڪري نيڻ جهڪايا!

شام کان دل جي اُداسي وئي وڌندي
رات ڇايا جي مٿان ٿي پئي ڇايا!

ننڊ تارن نہ ڪئي رات سڄيءَ ۾
پُونءِ جا خواب انهن ڇو نہ ڦٽايا؟

ڪنهن اکين مان ٿي ليا ڪا اَئُن پاتا؟
شيام ڪايا بہ رهي منهنجي نہ ڪايا!





پڑهندو ڏنئہ ڪتاب، پرپئہ چرڪ: ”هيءَ چا؟“
اهڙو هروڀرو بہ چو سمجهئہ مونکي يلا؟

اهڙو بہ شرم چا لءِ جو سچ ڪان شڪي تجي
۽ ڳالهہ ڪا ڪجي نہ ڪڏهن ڪُوڙ ڪانسوا!

ڳالهين ڪندي بہ ڪوئي بيو هوءِ ڏيان ۾
نڪتي هئي تہ شرم ڪرڻ جي نہ ڳالهہ ڪا!

ڪنڌن ۾ هٿ وجهي چني آئينءَ تون گل ڪٽي
تنهنجا اِئين تہ هٿ بہ گلن ڪان نفيس هٿا!

احساس جون نزاڪتون نڪريئہ نگاهہ ۾
ڪنهنجي تہ سنگ ۾ هي نظارا اتئي ڏنا!

اڳ ۾ تون بات چيت ۾ ڪيڏو رُکو هئين
تو اڄ بہ لفظ پي جي چيا پيار مان چيا!

منهنجا ئي هٿ جهلي تو ڪٽي منهنجو مُنهن ڏڪيو
تنهنجن اکين ۾ ياوَ مگر مون ڏسي وتا!





مون ڏسي توکي ڪئي محسوس جا.
سونهن آهي نانوَ تنهنجي سان اُها!

آرسي آڏو رکني ڪا مهل پئي
پنهنجي منهن جا رنگ ڦرندا مون ڏٺا!

ڪِي به ڳالهايو نہ تو يا مون، مگر
ڳالهہ جا نڪتي اجا وسري نہ سا!

مون ڏسي توکي لکيو، ليڪن هنرَ
هي پڙهي مون تي ٺي لکندا ڪي ڀيا!

سُونهن وينگس جي مٺي ڪويل جي لات
ڪنهن سفر بس ۾ ڪندي ماٺي بہ ڇا؟

رک وسائل رات جي باقي رهي
صبح ڏوڻيون ويا ڇڏي جوڳيئڙا!





سورٺ چنگ کي چوريندي
بيجل جو سُر کوريندي!

رات تڪي، تارا بہ تڪا
ڏونگر سسئي ڏوريندي!

نوري جي توريندي مڇي
موتين سان ئي توريندي!

گهري نرم اُداس نگاهہ
ساري ڪاڪ ڪکوريندي!

چام اڳي پوءِ ليلا جو
ڪؤنرو اورڻ اوريندي!

مارئي پيڻ عُمر جي تي بہ
مارن لءِ جيءُ جهوريندي!

ساهہ ۾ ساندي سهڻيءَ کي
سنڌوُ گهورون گهوريندي!





تون تہ لنبي مثنوي بڻجي پئين
هونَد تنديڙو ڪوئي هائيڪو ٿِئين!

ڪيترو رُئندين، اڪيون پنهنجون تہ ڏس
چا، اڳي تيندو رهيو ناهي اِئين؟

ڪٿن نہ مُرڪي هُو ويو خاموش ٿي
روئي روئي تون تہ سُڏڪن ۾ پئين!

پٽ تي سامهون فريم ۾ فوٽو ڏسي
در جي چوڪٺ تي اچي ٻيهي وئين!

وقت جي ڌارا سدا وهندي رهي
پوءِ پيي هڪ ڪن رهي جنّن جو تيئن!





متان پاڻ کي پاڻ لڪايو
منهن آئيني کان بہ ڇُپايو!

هيءَ پنهنجي سڏ مان ئي سڏ هئو
ڪنهن ٻئي جو آواز نہ آيو!

اُس کان ڪيسين تائين لِڪبو؟
چانوَ ۾ ترسڻ آهہ اجايو!

هر هر موٽيس ڇوٽواٽي ڏي
منزل جي دڳ ڪنهن نہ لڳايو!

پاڇو پاڇي ۾ جڳَن رلـمِل
دک ۾ دک اِن ريت سمايو!

شيام حيات جو آرهڙ اِئن هئو
سر تي اُس، پيرن ۾ سايو!





جوئي آهيان سوئي آهيان
هر ڪنهن لاءِ تہ بہ ساڳيو ناهيان!

مان ڪئن توکي ضد تان لاهيان
ڪٿن سمجهايان ڇا تو چاهيان؟

تو بن منهنجي ڪهڙي هستي
سو ڪجهہ آهيان جو ڪجهہ ناهيان!

ڪانئر سڏبس جي پٺ ڏيندس
پر توسان ڪئن سينو ساهيان؟

رات جو پاند تہ پڪڙيم هٿ ۾
منهن سان سج کي پڻ ساراهيان!

تون تہ نہ آئين بس بہ نہ بيني
پير سان ليڪا پائي ڍاهيان!





ٿڪن تي اعتبار نہ آنسن تي اعتبار
اهڙي جئڻ جي لاءِ تئين ڇا تہ بيقرار!

اُس تيز، دورُ تائين ڪو آيو نظر نہ ٿي
وڻ وڻ جي ڇانوَ ۾ تي ڪيو راهہ انتظار!

بجلي بتيون ٻريون تي سڙڪ جي ٻنهي طرف
پاڇن ٿي هر قدم تي ڪيو مون لاءِ ڏنڊڪار!

ڇاتل مفاصلن ڪان گهٽو دورُ دورُ شيام
تنهنجي نہ هٿ هڻڻ ڪري دل جو ويو قرار!





اِن ڪان تہ اکيون نہ ٿي هجن ها
"انڌو تہ نہ آنهہ؟" چو چون ها!

مون سان تہ بہ پير گنڌ هلن ها
ٿابو ڪائي ڪِري اُٿن ها!

جن ياگ ڪي آزمايو هيڏو
پنهنجو بہ ذرا اُدم تہ ڪن ها!

بي عقل بہ ڪو ڪنڌهن چريو ٿيو؟
ڪم عقل ڪنڌهن تہ سوچ ڪن ها!

ڌرتيءَ تي ڪِرڻ ڪان؛ هي سڪل پن
بهتر هئو هوا جي سر چڙهن ها!

ڳوڙها جي وهيا هيا نہ رئندي
ڪلندي نيڻن منجهان ڇُلن ها؟





هي ينڙيون هوائون هي ڪاريون گهٽائون
اِئين ٿي جو آيون سٽيو ڪي اٽائون!

تمّنا جا جهونڪا غمن جون گهٽائون
هي تڏڙيون هوائون جهڙاليون فضائون!

ڪٿي ڳالهہ منهنجي نہ هڪدم مڃائون
مگر هيٺ پي ڪا نہ ڪڏهين ڪيائون!

سوالن جو هڪ سلسلو هئي حياتي
ڪٿي اڪ ڏٺائون سيئي حل ڪيائون!

ڪڏهن ڪٿَن ڪڏهن ڪٿَن پرين! پيار تنهنجو
گهٽن ۽ وڌن چنڊ جون جٿَن ڪلائون!

رُئو حسن خود عشق سان، پوءِ ڇاڪان
ادائون نياپا، نگاهون پڇائون؟





هوند تارن جو ڪو ٻڌيو همراز
چا، وتن سوز هئو نہ ڪوئي ساز؟

غنچي غنچي جو همزبان ٻڌجي
چُپ ۾ سُرهو پڌان پيو آواز!

هر نظر غور سان تڪيان وينو
آنءُ چاٿان اکين جو راز ۽ ناز!

آسمان آهہ حد نگاهن جي
دُور اُن کان خيال جو پرواز!

نيڻ پُوتيل ۽ منهن تي ماٺ مڙهيل
شيام ڪنهن سان تہ آهہ راز و نياز!





ساھہ اوندھہ ۾ ٿيو ڪٿڻ دشوار
شمع ٻاري رکو مزار مزار!

سهسين طوفان، سهسين واچوڙا
ڇا تہ ڏرتيءَ جي دل تي آھہ غبار!

ڪير ٻڌندو ضمير جو آواز
رڙھي لوٽن مٿان رڙي پينو ٻار!

دين ڪن لاءِ امن جو پيغام
ڪن ڏنو جنگ کي ئي دين قرار!

اڌ سڙيل لاش، جنگ جو ميدان
رات ڪاري هڏيءَ هڏيءَ ۾ شرار!

مردو ڦوڪي مساڻ مان موٽيا
مُنهن ۾ ماٺهن جي امن جو اظهار!

ڪير هونءَ جوت لاءِ سوچيندو،
ڇانئجي ڇانئجي اچا انڌڪار!





دوزخ وھم، بھشت حڪايت
دنيا جھڙي تھڙي حقيقت!

گل سان خار، چڪر ۾ ڪُوٽي
سطحي چاھت، بي تھہ نفرت!

سڀ ڏک جي نہ ھٿڻ ۾ ناھي
سڀ ۾ ڪنھن بہ ڪئي نہ قناعت!

پاڻ ۾ موھہ نہ ھوءِ تہ ڏھن پيي
آئيني جي ايڏي ضرورت!

ڏنڏلي ڏنڏلي ياد پوي ٿي
ڪنھن جي صورت، ڪنھن جي صحبت!





چوڻ کي هئي شمع هڪڙي وساڻي
اُجهاڻي سڄي زندگاني اُجهاڻي!

الا، پيڙ لڙڪن لڪائڻ جي ڪيڏي
جُهري جندڙي ۽ لڇي دل تي ساڻي!

اڃا مٺيرو غم جي ڪنڊن جون نوڪون
خوشيءَ ٻڌجي خوشبُو گهٽوئي اُڏاڻي!

مٺي مرڪ تنهنجي رهاڻين جي وچ ۾
سنڌءِ سوچ جي سُر جي مون موج ماڻي!

ڪليو جئَن ڪنول، پونر نڪتو اُڏامي
ڦٽي باک ۽ راتڙي پڻ وهاڻي!





خلوصِ شوق رکي ڪر تہ جستجو گل جي
ڪٿي وڃيئي نہ گل تائين پاڻ بو گل جي!

خميدگي چا تبسّم جي آھ آبرن ۾
نگھہ نگھہ مان بخوبي بکي نمو گل جي!

ھجي ھا رنگ تصّور جو پڻ نہ شامل جي
ڪري تہ ھا ڪوئي دنيا ۾ آرزو گل جي!

اگرچہ پونر جي لءِ بيقرار آھي گل
مگر ڪندو تہ ڪندو پونر جستجو گل جي!

خوشيءَ مان منھن تہ پنيائين مگر پَنيو ئي رھيو
چمن ۾ تي نہ سگھي ڪابہ گفتگو گل جي!





هُيو پونر آيو تہ سانگائتو
ٽڙيل گل هيو چا تہ زيبائتو!

سُنهري ستارن جئون ساڪون پرين
سنڀالج ڪجنءِ ڪم نہ جوکائتو!

مِٺين سان مَٺَيندين محبّت گهٽي.
اهو ماڻ پيي ناهہ ڪارائتو!

ڪنول جي ونيءَ اوٽ مرڪي تو ڪير
بڪي باک ۾ کهڙو قربائتو؟

مِٺيءَ جان سباجهي لڳي ٿي هوا.
مزو ٿئي اچين تون بہ سانگائتو!

پرين، جٿن پروڙيو مون تنهنجو سياءُ
سريو جيءَ ڪي سک بہ سيبائتو!





پن ڇڻ جي تال تي ھو ترانو بهار جو
گؤنچا ڦٽا ۽ آيو زمانو بهار جو!

هرجا جڳ جي شوق جو دلڪش ظهور آهه
هولين جو شور گانو بجانو بهار جو!

رنگين جذبا دل ۾، اکين ۾ حسين خواب،
مگٽي جا ڏينهن ياڻ زمانو بهار جو!

گيندا ڪٿي ڳلاب تہ مُگرا ڪٿي ٽڙيا
اک اک جي پهچ ۾ آ خزانو بهار جو!

گهونگهٽ هٽايو حسن بٽيو عشق بي ڊپو
هڪ ئي مليو پنهي کي بهانو بهار جو!

احساسِ رنگ و بو جون سلامت نفاستون
ناهي فقط بهار زمانو بهار جو!





موج طوفاني متان ڪشتي ڪڍايون تا اسين
موت سان تاڙي هٽي شرطون پچايون تا اسين!

اڳيرو تي راھہ خود ڏيکاري منزل جو نشان.
وقت جي رفتار سان گڏ وک وڌايون تا اسين!

چو خزان جو غم ڪندا سي آھہ جن ماڻيو بهار
اڄ گلن جي مرڪ ساري مسڪرايون تا اسين!

هر تصور کي ڪريون تا خوشنما صورت عطا
خواب کي مرڪز نگاهن جو بڻايون تا اسين!

ڪلھہ جي گيتن واسطي ڪلھہ جا ٿي سر ۽ ساز هئا
"اڄ نوان نغما نون سازن تي ڳايون تا اسين!"

هونءَ تہ پنهنجي دل کي پڻ پنهنجو نہ ٿي سمجهو اسان
شيام اڄ هر دل کي پنهنجي ٿي پانيون تا اسين!





جاڳڻ کان پوءِ دل ته پوي اضطراب ۾
هن سان متان، او ننڊ، ملائينم خواب ۾!

باقي بهار آهه رهيو ڏينهن ڪيترا
ڏس پنکڙيون بچيون به ڪي آهن گلاب ۾؟

هٿ ۾ کليل ڪتاب ۽ سامهون کليل دري
تنهنجي نظر ۾ ڇا هو ۽ ڇا هو ڪتاب ۾؟

گل ڏانهن گهُوري مون ٿي ڏٺو گل ٻڻ جو خواب،
يا پاڻ گل ٿي شيام ٻڻ جي هو خواب ۾؟





رهان ٿو ڏُور تہ چاهي اِتي وسي ٿي دل
ٿيو ملڻ کان بہ وڇڙڻ گهڻو گهڻو مشڪل!

ڪٿي نصيب، ٿيان باڪمال خوبين ۾
اتم هي ڏک تہ نہ خامين ۾ پڻ رهيس ڪامل!

رکي نگاهہ ۾ نڪتس مگر ٻڌايان ڇا
وڃائجي وئي وچ راهہ ۾ مون کان منزل!

چڙهيو هو اِئن تکو طوفان، رخ مٽيو غوراب
نظر نہ هاڻ اچي ڏُور تائين ٿو ساحل!

وڪون وڏياسين جي تن جو ڪرين ڇو شيام شمار
اچا تہ آهہ اسان جي پري پري منزل!





لوڪ جي اک ڪان لڪائي تنهنجو نت پوڄن ڪندس
مُورتي تنهنجي مان من مندر ۾ استاپن ڪندس!

تون تہ پاھڻ ۾ رھئين چيتن بڻي پراڻن بنا
تنهنجي نوراني نظر سان ھانوَ کي روشن ڪندس!

شام تائين قول تي تون منهنجي لاءِ ڪلندو رھئين
صبح تائين ماڪ تي مان تنهنجي لاءِ رودن ڪندس!

ڳيان اھڙو ناھہ ڪو "ليلاوتيءَ" ۾ بہ پيي لکيل
تنهنجي ٿورن جو پلارا ڪئَن پلا ورنن ڪندس؟

پاڻھي ٻڌبي ٻيائيءَ جي بہ ٻولي آھہ جي
بس، اڳيان درپن رکي پنهنجو ئي آراڌن ڪندس!





زندگي تي زندگيءَ جي لاءِ محنت جو سبب
ذهن پنهنجو، پنهنجي دل، هٿ پنهنجو برڪت جو سبب!

ڪو ڪِريل يا ڪوئي ڪيرايل اُتي تيندو ڪٽرو،
ڪو ٻيو ٻڌجي ڪتان سگهندو بغاوت جو سبب؟

هرڪو گڏ ويٺو اڇي جيسين نہ ديوارون هيون
چارديواري بڻي محدود صحبت جو سبب!

هڪ جي مظلومي ڏسي ڪهڪاءُ اُيريو ڪيترو
پر بڻيو ڇاڪاڻ سو ڪنهن ٻئي ڪان نفرت جو سبب؟

نيڻ مون ڪولي رکيا سنسار جي جنسار لءِ
ذهن لءِ هر ديد ٻڌجي پيئي عبرت جو سبب!

شيام جوڙيان شعر گل جي سونهن ۽ سرهاڻ جا
چو نہ تنهن کان تي پوان خود ان نزاڪت جو، سبب؟





اڄ اڄ سائي وڻ جي هيٺان،
چانوَ نہ ملنديئہ سڪل وڻن کان!

مون تہ سَڏيئہ جڻن مون کي بچائين،
پاڻ ٻڏجي وئين رنگ ڏسڻ سان!

اهڙو ڪوئي خواب ڏٺو مون،
پاڻ کي هاڻ نہ ساڃيو پايان!

ڪهڙا ڏاهہ ڏسيان مان توکي،
پنهنجي دل جي پاڻ نہ ڄاڻان!

ڪنهن درپن ۾ ڪهڙي سچ جي،
مايا ڇايا، مان بہ تہ سمجهان!

دنيا ساري رڻ جو جرڪو،
پر نہ جڻڻ لئہ چاهہ هرڻ جان!

رات سموري تارن کي پڻ،
رڻ ۾ رُلائيئہ "شيام" پاڻ سان!





پيار ڪان، پيڙ ڪان بچي سگھندين
اِئن تہ ڌرتي تي ڇا رهي سگھندين!

زندگي ڪي تہ زندگي وانگر،
موت جي ڇانوَ ۾ ٺي جي سگھندين!

آدمي يا فرشتو يا شيطانُ،
ڪٿن جڻن ڪان سواءِ ٿي سگھندين؟

خواب ۾ ننڊ ۽ اُنهي ۾ خواب،
اي سُتا، ڪهڙو سچ ڏسي سگھندين؟

علم ۽ عقل جي اُتاهين تان،
من جي پاتال ۾ لهي سگھندين؟

ڇا، اُساتيل اِنهن نگاهن سان،
مُرڪ جي زهر ڪان بچي سگھندين؟

هٿي ويٺين تہ پنجو پاڙن جان،
گل جهلي شاخ جا لُڏي سگھندين؟

ڪن لڳائي تہ پُونءِ سان رک "شيام"
لئہ سندس گيت جي ٻُڌي سگھندين!





مون ۾ آھين تون وھم ٿي پايان،
دل کي ويسھہ تہ تو ۾ آھيان مان!

وقت کان پنھنجو پاند آجو ڪر،
ڇُٽي پوندين، سچي خدائي کان!

ناھہ انڪار خودڪشي کان ٻي،
پر بہ جي ڪجھہ وري سري ان مان!

جس جئڻ ۾ نہ ڪو مرڻ لَي سبب،
زندگي اھڙي زندگي کي چوان؟

منھنجي تقدير پاڻ کي جيتڻ،
منھنجي تدبير جنگ دنيا سان!

ڳَھرو ڳَھِرو ڳھٽو ڏسين جئن تو،
نيٺ پنھنجن ۾ ھوندين ڌارين جان!

پنھنجون نظرون بہ "شيام" ڏس تہ سھي،
اِئن ھٽائيندين اک نظارن تان؟





هي اسان جو ئي حافظو آهي،
حادثن ۾ نہ سلسلو آهي!

زندگي ڪي نہ آهہ ڪا معنيٰ،
جا ٻڌايئہ ڏني بہ تہ آهي!

آزمودو دليل سان اُلجهيو،
جو تيو آهہ ڪٿن تيو آهي؟

سوچي سوچي گهڙي گهڙي جيئي،
زندگي اهڙو مسئلو آهي!

آدمي ڪجهہ نتيجي طور نہ آهہ،
اجا اڻپورو تجربو آهي!

آدمي ۾ نہ آدمي هڪڙو،
پل ڏسڻ ۾ پيو نہ ڪو آهي!

عڪس تنهنجو نہ آهہ تو جهڙو،
آئنو تو ڇهي ڏٺو آهي؟

شيام رولُو تي جو نہ راهون رليو
پنهنجو رستو نہ اُن لڌو آهي!





مون ڏٺو هر روز جيڪي تا ڪريو،
ايشور جي پوء به تا هامي پريو؟

ڏاهو ڏاهي ڪي پٺي ڏيئي هليو،
هڪ چرئي بيئي چيئِن: ساڄه ڌريو!

چا، خوشِيَ جو ٺهڪ هو تو جو ڏنو،
گهري خاموشِيَ نہ تي سڏڪو پريو؟

ننڊپڻ جون ياد اڙبنگايون پيون،
ڪِل بہ آئي، پڻ ڏڪارو ڏڪ سريو!

جيئجي، جي ڪجھ ڪجي، سهجي بہ ڪي،
ويهي سک ماڻڻ مان آخر چا وريو؟

آهہ اُپ يي بار سر تي، جو. جُهڪيؤ!
پونء ڪي هٺن چو تا شرمندو ڪريو؟

”شاعري جزويست از پيغمبري“،
”شيام“ ڪي شاعر سڏيندو ڪو چريو!





نگاهہ تنهنجي بدن تان ڪجي ڪجي تہ ڪجي،
اگرچه توڏي تهاري تپش تي دل ۾ لجي!

پتي پري ٿي تہ پاڙيسري جي گهر ۾ ٿي،
تڏهن بہ مون ڪي چو آئي نہ ننڊ رات سڄي؟

انهي طرح تہ نہ ڏس پيهي پيبي وڪ وڪ تي،
رڪئين تہ پوءِ نہ سگهندين ڪڏهن پڄايي پڄي!

رهئين خيال ۾ ڪنهن تاڻ جي گم سُم،
هُتَہ چين تي، مگر بنسري وڄي نہ وڄي!

چمن جي سونهن بہ اک کي ڪڏهن پري نہ سگهي،
ڪڏهن تہ "شيام" ڪو هڪ گل ڏسي ڏسي نہ رڄي!





تو ڏينهن ڏني ديپ تہ باريو هو
احساس انڌارين جو ڏياريو هو!

ڪا عمر تي پرڏيهہ ۾ رهندي،
ڏيهي بہ ملندي لڳو ڌاريو هو!

هٿن روئي وڇوڙي ۾ پلا ڪنهنجي؟
تو جسم ڪي يا پيار ڪي ساريو هو!

مائيٽي هُٿي مات جي تنهنجي،
ڪنهن دل ۾ هي طوفانُ اُٿاريو هو؟

هر ڏينهن ڪٽيو ڪوڙ ڳڻيندي مون،
هر رات مون تارن ڏي نهاريو هو!

ڪنهن سوچي مرڻ مهل چيو پٺڪي:
مون پاڻ کي ڇو جٺري ٿي ماريو هو!





ننڊ نيڻين آتئي نہ ڪا چاڪاڻ،
خواب ميڙي ڪرين ڪنا چاڪاڻ؟

ڪنهن جو پَڻُ هوءِ، آهنج ڪوئي هوءِ،
ڊوڙندو پئي وڻين پلا چاڪاڻ؟

مان تہ سچ جي تلاش ۾ نڪتس،
گڏ هلِي پوءِ بہ ڪلپنا چاڪاڻ؟

روح ابدي هجي ڪٿي نہ هجي،
راز سلجهيا نہ موت جا چاڪاڻ؟

مان تہ ڪن ڏيئي "شيام" وينو هوس،
تو ڪئي 'هُون' نہ ڪائي 'ها' چاڪاڻ؟





پيار نہ ياسي سايپا جهڙو،
سپنو جهڙو روپ هو اهڙو!

ڪيڏو آهہ چٽو اُپ تيرو،
پوءِ بہ لڳي تو سپني جهڙو!

چند متديو ماتياڻ هو سارو،
سچ نڪتو پوءِ سپنو ڪهڙو؟

تنهنجو رخ، منهنجو ڏک اُڃن ٿي،
پرچئين ليڪن جهڙو تهڙو!

نيٺ وڃائڻ ڪاڻ هجي جا،
اهڙي شي جو پائڻ ڪهڙو!

"شيام" آمُلهہ يا بي مُلهہ جيون،
ڪتجي ڪئن، ڪو ماڻ نہ اهڙو!





لنيو پئي پکيءَ چا گهٽي مهل کان؟
اُٿيو هوس اڄ ننڊ مان دير سان!

اُڏيو اِئن پکي وڻ تان جهٽڪو ڏئي
ڏکي سج به چرکي پئي پوئتان!

گهڙي کن به تہ چنڊ جي عڪس کي
ڏٺو مون نہ جمنا جي پاڻيءَ مٿان!

اوهان جي مني گيت جي تال تي
اڙي گوپيو، ڪيستائين نچان؟

هوائن ۾ پنڪي ڪيئہ پئي تلاش
گهٽو هيٺ گل جون جڙون واس کان!

ڪيائين ڇهي حسن جي پرک تي
پيو عشق انڌي جي لءِ چا چوان؟

ڪڏهن شيام ڪنهن پي جي ڳاتو ملهار
سدا دل ۾ احساس جاڳيا نوان!





نہ جي پَهڻ تان هلندي ٿاٻڙيا ها
ڪِريا ڇانئُٺ تان گهر ۾ جئن گهِڙيا ها!

اجا ٻيي گُهنج پيشانيءَ تي تن جي،
ڪڏهن جي دوست چرچي ۾ چڙيا ها!

مٽي هي مند ماڪي جان، مگر هي،
مَڪين جا ميڙ ڇا ڪارڻ ڇڙيا ها؟

هوا ۾ فراڪ هڪ مٽتي ڪچيو پئي،
مگر نظر جا ميڙاڪا مڙيا ها!

اڄوڪي ڏينهن جي هي رات موڳي،
اڄوڪي ڏينهن ڪيڏا گل ٽڙيا ها!

هيو سنسار سارو ننڊ ۾ ”شيام“
اڄوڪي رات ڪي تارا ڪڙيا ها!





پاڻ ۾ تنهنجو منهنجو لاڳاپو
ياڻ رشتو غزل جي بيتن جو!

چاهه مان آئين پر اچڻ کان پوءِ
تنهنجي چاهت کي مون اُداس ڏٺو!

مون ادائون ڏٺيون نه تنهنجون جي
اوکو سمجهڻ هئو راڳ مالا جو!

ڪجهه ته سوچي اکيُون جهڪائي ڇڏيئه
چپ ته چورئيه چيُئه نه ڪي به چئو!

هلڪي هلڪي اچي ته ڪا خوشبو
دل مگر آهه ياري ياري چئو؟

سونهن آهي سدا ڪنواري "شيام"
ڇا هو مومل کي مينڌري سمجهو؟





تو رستي تي ڇو مشڪيو پئي،
هلندي هلندي ڇا سوچيو پئي؟

ڪيڏو ڪَنَ جي ويجهو ڇَپ ها،
ڇٺ اکين ۾ ڪي چمڪيو پئي!

هاڻي تون تہ هُئين ڇُپ، ليڪن،
تنهنجي ڇپ ڪو خال پريو پئي!

ڇُپ هوندي بي ڇُپ نہ هئين ڪي،
تو رکي رکي ڇو مشڪيو پئي؟

ليٽي ڪلهہ هٿ ڪي جو ڏنو مون،
مون اڄ هٿ بيهي ڳوليو پئي!

لکندي تنهنجا وار ڇُڙيل هئا،
خط جي خوشبو ھي بہ ڏسيو پئي!

سُرهي اُس ڇپ ڇاپ هئي، ۽،
رنگ لُڏيو نہ هڳاءُ ڇُريو پئي!

ڏنـدي ڪنـاري چـار سُهـاڻـي،
وڻ تان اُپ ۾ ڇو اُڇليو پئي؟





ويندي ويندي اِئين ڏئائين چو؟
چوري چپ پيي نہ ڪجھ چيائين چو؟

جي نہ ڪرٽي هُيس، لڪي تي سگهيو،
خود اچي جو نہ هٿن ڪيائين، چو؟

چو ملين جي ملي ڪِلي ’نہ‘ سگهين،
وقت ڪنهن وٽ وجي وڃائين چو؟

مهڪ تنهنجي اي رات جي راڻي،
رهي محدود رات تائين چو؟

پاڇي پاڇي جو وَرُنَ آهہ الڳ،
رنگ روشن ڳٽي پڌائين چو؟

آيو آهين تہ ”شيام“ تي تا اَچُونس،
در تي هٿن بيهي هچڪچائين چو؟





جيسين توسان پرين! اچي گڏجان
تيستائين تہ هيڪلائيءَ سان!

هئنيءَ تارن جي روشني نہ رڳو،
رات ٻاهر ڏٺو مون ڪڙڪي مان!

روپ ريکا ڏٺم جڏهن بہ ڏٺم،
ڪٿي قسمت، جو تنهنجو روپ ڏسان!

چار تارا هُيا ۽ اُپ تڪرو،
پيو ڏسندين ڇا دوربيني سان؟

رهيو گهيري ۾ ننڊ جي گهيريل،
آچُتو هي وجود سپني جان!

ٻٽي جيسين نہ پريم- ديواني،
گيت ڳائي ٻٽي نہ ڪا ميران!





کهڙي سرحد، هي تہ بيحد جو جَهانُ
فکر تنهنجي جِي اُفق حد جو نشانُ!

جاڳندي جڳُ، ننڊ ۾ سپنو سچو
جيسين جِئَري جندڙي تيسين جهان!

سچ تہ سچ کنهن کي مجي کيڏو مجان،
کونہ کو جاڳيو تي هر هڪ ۾ گمانُ!

اي مسافر، توکي بربٽ تيو نصيب،
تون تڪين، اچ بربٽ بہ آهي گلستانُ!

يادگيريون کيتريون هِن ۾ اجان،
سچ، تيو خالي نہ آهي، هِيُ مڪانُ!

رات چاندوڪي، تون آئيني اڳيان،
کنهن جو ڏنڏلوئي سهي هونديءِ تہ ڌيانُ!





پاڻ ۾ پاتو لِيو هيڪر نہ سو
تو فقط آڪاس ڏي تي پئي ڏٺو!

ڪلھہ برابر چنڊُ پورو پئي لڳو
ڪِئن ٿو چوان اڄ آھہ اڌپوروِ نہ سو؟

ڇا هئي ساييا ۽ ڇا هو سچ پلا
مورتي، ماڊل بہ ان جو تو ڏٺو؟

روپ منهنجو هو جو منهنجي ذهن ۾
آرسي ۾، ان جي ڇو برعڪس هو؟

بيٺي اوندھہ ۾ ڏٺم برقي بتيون
پنهنجي دل کي پڻ ڏٺو مون پچرندو!

منهنجي اوندھہ ۾ ڏئو پاري ويو
پر نہ هن ڪان مون سندس نالو پڇو!

ديپ مالا پل رچي گڏجي سَين
تہ بہ وجود آهي الڳ هر ديپ جو!

”شيام“ لفظن ۾ تہ سُر سَت ئي هُيا
پر نہ ڪنهن هڪ ۾ سمايل راڳ ڪو!





نہ گل حقيقت نہ تون حقيقت،
هئي حقيقت فقط نزاڪت!

اڃا اڳاهون اڃا اڳاهون،
نہ ڪابہ منزل نہ ڪابہ مُهلت!

سوال دلڪش جواب دلڪش،
ٿي روشني روشنِيَ جي برڪت!

پَئي اُجاگر ٿي ٻادلن ۾،
هئي جا پلڪن جي پويان صورت!

نہ پير ۾ راڌا نہ هٿ ۾ بنسي،
نہ سمجهي ڪنهن "شيام" جي ڳجهارت!

وٺيو ٿي گلدستو ڇا تہ دل ڪي،
اچي ائين ڪنهن پڇي جو قيمت!

ٻڌي، پريو تو ڇو ساهہ ايڏو،
نہ شعر جي اڄ ڪيئہ شڪايت؟





اِجهو اُس پئي چنبڙي اِئين گُلن کي،
ٻُڪيو چنبڙي جئن کو آبهم ٿڻن کي!

آسوءَ جي اُسَن ۾ تي محسوس اِئن تيو،
هٿن سان ڏِکيو ماءُ پُٽ جي ڳِلن کي!

ٻِپَهرن جـو چڻ اولڙا آرسين جا،
شرارت سُجهي کا پِپِر جي پنن کي!

سڏيئه سندري کي"مِني منهنجي مومل"
کيئه کن ۾ روشن وسائل يگن کي!

تيو گهرو آنند محسوس من ۾،
سنياري حياتي جي مائيل سُکن کي!



○

اڄ بہ ڪلهہ جان پرهہ ڦُٽي آهي
پوءِ بہ اُن ۾ ڇا تازگي آهي!

موتُ ماياوي سچ جو ئي نالو
سچي مايا تہ زندگي آهي!

ڪونہ پاڻي ڪڏهن رهيو ساڳيو
لهر هر وقت لهر ئي آهي!

ڇو ٿي هر شيءِ نظر اچي ڌنڌلي
رات چوڏس جي هئن ڇِٽي آهي!

ڳالهہ ڪِن جي نٿي سگهي پوري
صبح مان ٿيندي شام ٿي آهي!

جنهن ڏهاڙي بہ جا ٿڙي مڪڙي
ڪنهن نہ ڪنهن پؤنر سا ٽڪي آهي!

”شيام“ ان ۾ ڪڏهن تہ گل رکبا
مليو گُلدان سوڪڙي آهي!

○



دوست، جئَن موت ۾ تو کيکاريو
’پاڻ کي تو لڳان ڏاريو!‘

مان تہ اٿڃاڻ ساز ۾ سُر کان
بس ڇُهيم مس تہ تار جهنڪاريو!

زندگي لاءِ شاعري کهڙي
زندگي زندگيَ کي اظهاريو!

ياد سان ياد ائن وئي جڙندي،
وقت شايد ئي گهاءُ ميساريو!

باغ جي ڪُنڊ، مهل منجهند جي،
پونر هڪڙي ئي پئي تہ گونجاريو!

”شيام“ وڻ کي ڏسون ذرا ڏوٽي
چا کون ڪَويل اچا نہ ڪونجاريو!





ڏسي ڪنهن کي ٿي دل لڄي ڇو پئي
۽ نظر خودبخود جهڪي ڇو پئي؟

پيار جهڙي هئي ته ڳالهه نه ڪا
پوءِ به سيني ۾ دل لُڇي ڇو پئي؟

جيڪڏهن ڪا هئي نه مجبوري
ائين اُپ ڏانهن اک کڄي ڇو پئي؟

ڪلي توکي چيم ته سچ تو چوان
اندر اندر ئي دل سُسي ڇو پئي؟

ڳالهه تي درگذر ڪئي به وئي
ياد پيئي ته هٿن ڇپي ڇو پئي؟

زندگي ”شيام“ زندگي آهي
ڇا ٻڌايان، مون نيٺ جي ڇو پئي!





مون نہ جوانيءَ ۾ ھي تنھنجا انگ سڊول ڏٺا
منھنجي تن من تي اِئن ڇانيل ڪي احساس ھُيا!

توکي ڏسندي ذھن ۾ اُڀريون ڪئين ڪلپنائون،
توکي ڏسي بہ مون تہ ڏٺو پئي پرين، الائي ڇا ڇا!

ڪنھن کي ڏسندي مُنھن تي نڪرئي سک جون ريکائون،
سچ جا ڪِرڻا ياڻء ڇٽي پئي بادل مان نڪتا!

ڪن ھڪڙي اِئن مَندڀجي ويئي تنھنجي فوٽو ۾،
مرڪ مِٺيءَ سان مُنھن تي موھٽي موھ مڙھيل ريکا!

مشڪي اِئن مون ڏانھن نھاري ويھي ڳالھائي،
ٿھڪ ڏئي تنھنجي ڇُپ ٽيندي، گونجي اُٿي فضا!

مان تو لڳ اڄ ڇا پيي آھيان، آھيان يا ناھيان
تو ۾ مون کي سيان سمجھندي ڇا ڇا ھِيَ دنيا!





شِوالي ۾ وڄي گهنڊ ڪڏهن هوم وڃايو
ٻُڌي گهنڊ جو آواز ڇو اڄ ياد سو آيو؟

هُيو چنڊ به آڪاس ۾، رستي تي بتي پيي
ڏٺو پنهنجو به سايو مون ۽ سايي جو به سايو!

اُهي صورتون، سپنن ۾ سمائي نه سگهيس جي
اُنهن پوت تي اوندهه ۾ ۽ اوجهڙ ۾ رُلايو!

مليم واٽ، پيم واٽ جي هر موڙ جي سُڌ پيي
مگر حيف قدم مون نه ڪو منزل ڏي وڌايو!

سُڪَل پن جي ڇٽي پيا تي مٽان پوءِ به وٺيا پٺي
ڪڏهن دڳ ۾ پکڙجي به انهن چَين وڃايو!

نهاريو مون تہ ڪنڊ ڪي ٿي ڇانگڻ لَئہ چمن ۾
مگر رنگ گلن جو ڏسي مون هٿ نه لڳايو!

سڃاڻيس نه مترا ۾ نڪي بِرج ۾ ڪوئي،
پلا ”شيام“ ڪي اِن هوندي به ڪنهن شيام بڻايو؟





بادلن جي چانڊوڻَ- اُس جي راند پرمايو مون کي
’اڄ‘ ۾ گهمتاريون ڏياري ’ڪلهه‘ ۾ اُڇلايو مون کي!

رات ڪر موڙيا نہ ها، سورج لِيو پاتو نہ هو
ڪنهن اُتاري هنڌ مان پاڇن ۾ اُلجهايو مون کي!

دوستَ، تنهنجا دوستي لئہ ڪيترا تورا مڃان
تنهنجي ڳالهين منهنجي نظرن ۾ ئي ڪيرايو مون کي!

صبح جو تالاب ۾ ڪيڏو چٽو خود کي ڏٺم
هير آهستي لڳي پئي ڪٿن تہ ڏنڊلايو مون کي!

ڍنڍ جي پر ڏيئي ترندي جٺن لنگهي ويئي بدڪ
عڪس پنهنجو بس وري اڳ جان نظر آيو مون کي!

”شيامر“ آهيان شيامُ ئي مان ڪين، پر ڪجهہ پيو بہ ڪي
راز هي سپنن اڄان اڄ رات سمجهايو مون کي!





مون تہ سمجهو ايندي دعوت عيد جي
تو 'مبارڪ' سان مٺائي موڪلي!

گهِري اونداهي هئي چَئني طرف
تو ڏنو پاڇن کي ڇُرندو پوءِ پيي؟

الجهندو ڪيڏو رهيس مان زات سان
پنهنجي غلطي صبح تيندي مون ڏٺي!

تانگهہ ڪنهن جي لَئہ اها دل ۾ ڪَتي
ياد محسوسائہ، اڄ شرمندگي!

ڪنهن گهڙي گذري ويَل جي سوچ ۾
اڄ تہ بيٺل واچ جان وٺين بيهجي!

خوبصورت چا تہ رانديڪا هيا
۽ هئي مزدور جي ايءَ جهوپڙي!

زندگيَ تنهنجيَ تي دلڪش طنز جان
مرڪندڙ تصوير تنهنجي پئيَ لڳي!

"شيام" کي شعرن منجهان سمجهي سگهيس
توٽي جو سمجهيم نہ هن جي شاعري!





"شيام" پنن جي بيڙي ناهي، گيتن ساڻ يري
سؤنپيم سندوءَ جي لهرن کي، من ڪا ويرَ تري!

بي معنا ڳالهايم پئي، پر ڏيئي ڌيان ٻڌءِ،
بامعنا هر ڳالهہ لڳم تنهنجي اِن ڌيان ڪري!

تنهنجو يا توسان گڏ گهاريل پل جي وقفي جو
سپنو لهندي يا سوچيندي اڄ پڻ خوشي سَري!

سچ تہ پراڻي گس تان ڏُکندي ڌوڙ اُڏاڻي ائين
ڏسندي، واٽ نئين تي ويئي نظرن ڪان ٿي پري!

کهڙي جُڳ جو آهيان پوءِ بہ جيان ٿو کهڙي ۾
مان هلندي پهتو آهيان ڪٿ پويان پير ڪري؟

هيءَ تہ حيات دڙي جان، جنهن ۾ وقت وڏا گهارا
واسينگن جا ڦڦڪارن سي جڻن جڻن واءِ وري!





ڪارگر ڪنهن ريت آئينو ٿئي،
مون کي منهنجو چهرو ڏيکاري ڏئي!

پنهنجي آئندي جي ڳٺتين ۾ ڳري،
ڪوئي ماضي ۾ ٻين جي ڇو جئي؟

هر ڏئي جو هڪ الڳ آهي وجود،
گرچه روشن هو ڪيو اُن کي پئي!

آهه بخشش لپ مٽي جي صرف، پر،
جي ڏٺي جي راهه ۾ ڪوئي ڏئي!

"شيام" هئن موزونُ تنهنجي شاعري،
زندگي تنهنجي مگر بي قافيئي!





انهن ئي اکين آگ دل ۾ لڳائي
انهن ئي اکين آگ دل جي وسائِي!

انهن چور نظرن عجب ڪيڏ ڪيڏِي
محبت جتائي محبت نٽائِي!

ڏسڻ جي نه ڏيکاري هرگز ڏنائين
اکين ۾ چمڪ، ڇا هيس ائن ئي آئِي!

سمهون جو ڏنائين جهڪايائين نظرون
مڙيس جٿَن، نظر هن نه مون تان هٽائِي!

سندس گفتگو ڇڻ پراهون پڙاڏو
نگاهون اِئين، ڄاڻ ياکر ۾ آئِي!

هيو رقص ۾ شيام هر انگ هن جو
نگاهون ملائي ٿي جٿَن مسڪرائِي!





تنهنجي هِيَ ماٺ تہ ديوار نہ ڪا جئَن ياسي
مرڪ سان اڄ تہ نہ ڍهندي، تي اِها جئَن ياسي!

رات جي سانت ۾ سنگيت جو احساس اِئين
ناچ جي بند ٿيڻ بعد فضا جئن ياسي!

روپ شڪتِيَ جو، لڳين پوءِ بہ تون وِهمر پري
وڄون سانديندي بہ سيتل تي گھٽا جئن ياسي!

ڪنڌ نئڙايو گلن ماڪ ڦڙن جي باعث
اهڙو ٿورو بہ ڪٿڻ ياري خطا جئن ياسي!

صبح جي ويل ڪڏهن شوق وچان وات پٽي
سواد ورتئہ بہ تہ تي اُس ۾ هوا جئن ياسي؟

ڏوڙ مان آءُ اُٿي هل تہ هماليہ تي ڏسون
ڇا رشين هو ڏٺو ۾ "شيامر" تو ڇا جئن ياسي!





راهِيَ ڪوبہ نہ اوسيڙو ڪو،
رستو هي ڪيڏانهن وڃي ٿو؟

چائين چائين موت بہ ايندو،
ڪوئي حوالو نيٺ جِيَڻ جو؟

جاڳئين ڇا، جي ننڊ نہ آئَڻِ،
سپنن ۾ جاڳڻ ٿئي ٿو!

ڪالھہ جھاز ڇڏيو هو بندر،
سواد سار جو ڪيڏو ڪارو!

کھريون کھريون نرم نگاهون،
هي اوسيڙو، هي آسانگو!

تنھنجي گاهي گاهي آمد،
يانئِہ ٿي ويو تِنِ محفل جو!

ماڪ جيان اڌ رات جو آئين،
تون پي نڪتين سج پي نڪتو!

دک تہ حياتي پر جو ساٿي،
۽ سک دک جي اڳيان پنيان هو!





تَهہ تَهہ ورائي هوند ڏيئُہ انڌڪار جو،
صد رنگ روشنيءَ جي انهيءَ پرده دار جو!

اِئن رنگ رنگ قول وٽن ۾ تڙيل لڳن،
نالو جدا لِپيتن ۾ لکيل چڻ بهار جو!

پوٿي پڙهي پڙهي بہ تہ ڦاٽي پيا پنا،
ٽوٽي جو هو ڪتاب نہ بي سمجهہ ٻار جو!

اَڪيرو جئن پکي لئہ غزل لئہ رديف آهہ،
هي ڇيهہ بيت بيت جو، هُو هر اُڌار جو!

حاصل نہ ٿي سگهي، جي خوشي پيار جي ڪڏهن،
ساري ڄمار پوءِ بہ آٿت هو پيار جو!





هيرو صرّاف جي ڳولا ۾ هٿون هٿ هلندو،
نيٺ لهندو ۽ وڃي مٽ ۾ انهيءَ جي پوندو!

نندڍ تارن کي، نہ دريا کي ملي ويساهين،
ياڳ ۾ جاڳ ھُنن جي، ۽ ھي هلندو رهندو!

ڪنهن بہ ساحل تان ڪڍهن ڪونہ ڪو موتي پاتو،
لهيٰ پاتار ۾ پوندو جو اُنهي کي ليندو!

جا وري ياد پئي سا تہ حقيقت هوندي،
وسرندو، وسري وري ياد نہ سپنو پوندو!

پير هلندڙ نہ کي بيٺل ئي ڪتي پير تڪل،
جو وٺن مان تو وڃي ڪنهن کي سو رستو لڳندو؟

مينهن ڪڻ، ماڪ ڦُڙا، لڙڪ بہ آخر پاڻي،
جو ڦُڙو موتي بڻيو سو تہ نہ پاڻي بڻندو!





دل ۾ ياوَ ماٺيٽا ڪنهن جي روپ جاڳايا،
روپ هي نگاهن ۾ ڪهڙي ياوَ چمڪايا؟

بس چپن ۾ مُرڪيڻ پئي مون ڏي نهاريڻ پئي،
زندگي جا مونجهارا ماٺ ۾ تو سُلجهايا!

رات مدتن ڪان پوءِ دير ساڻ گهر موٽيس،
ڇانئجي ويا در تي ڪنهن جي سار جا سايا!

راتڙي سهائِيَ جي سونهن تي جي گل ٻهڪيا،
سي ئي رات ڪارِيَ جي چڻ سڳنڌ تي آيا!

صرف هڪ ئي تاري ڏي رات ڀر نهاريندي،
تو خيال پنهنجا هٿا ڪيستائين ڦهلايا!

رات گذرندي ويئي ويئي شانت مَيہ ٿيندي،
هير گُڏگُڏائي پئي اُن جي سانوري ڪايا!

ڪهڙي سوچ ڪارڻ ٿيو ورن ورن مُنهن تنهنجو
اُس ۽ شاخ جي وچ ۾ گل تي پاسا ڦيرايا!





ڏرم جو اِئن وجود آهه خدا جئن ياسي،
امن پرائن ۾ ڏنل ڏندڪتا جئن ياسي!

حال آهسته ڏسيئه پنهنجي تباهي جو پئي،
هاءِ سِسڪين سان پريل نرم هوا جئن ياسي!

شور ٿي شور هو، مفهوم نه هو لفظن جو،
گونجندي راڙ ڪرڻ سان غُفا جئن ياسي!

رات سُنسان ۾ اڄ چَين جو احساس اِئين،
بند تقرير ٿيڻ بعد فضا جئن ياسي!

شانت ماحول مگر پوءِ به چُپ چُپ هرڪو،
"شيام" سانڊي وڃون گنيير گهٽا جئن ياسي!



اونداهيءَ جا دوار کُلي پيا
دک وٿ سک جا جهول جُهلي پيا!

خالي دل، ويرانّ نگاهون
وينٺي وينٺي نيڻ چُلي پيا!

پر ۾ وِهاري کِلي پچياڻين
اڄ هن پاسي ڪيئن پُلي پيا؟

سچ تہ گهٽو ئي ڪين ڏيکيو پئي
تارن هيٺان راز کُلي پيا!

لڪندي هڪ اڌ خال چڙيو مون
اُن تان جو اُفواهہ هُلي پيا!

گرم هوا ۾ رُولو ڪکريون
ڏينهن تتي پاڇا بہ رُلي پيا!

پنهنجي مُنهن سِر ڳالهايم پئي
پر وارن جا وات کُلي پيا!

○



چنڊُ آڳُرُ ۾ چڙي، بند ڪمري ۾ اچي،
پاڻ کان هر هر پڇيم: پاڻ کان سگهندين لڪي؟

روشني کان پوءِ ڇا؟ نيٺ اوندهه آهه ڇا؟
ذهن کي ڏنڏلو ڪري رات اِئن رمندي رهي!

ڪيتري گهري نظر ڪجهه ته ڳولن ٿيون اکيون،
يا لڏي آهي اُنهن ڪائي دنيا سوچ جي؟

هيئن پڇي پاڇن پڻيان پاڻ سان پائي نه ڪڻ،
ناهه ڪا ابدي خوشي ڇو تو جهورين جندڙي؟

پار ڪمري ۾ اچي ماٺ ۾ نڪري ويا،
ميز تي اِئن ئي رکئي چاءِ تنهنجي ٿي ٿڌي!

ڪنهن پڇن ڳاتو اِئن دل گهريو وندن ڪريان،
ديوتا ڪوئي نه هئو "شيام" بينس هٿ ٻڌي!





صورت جون رنگتون ۽ محبّت جون صورتون
هِن هُن ۾ فرق جون ڪو سچائي نفاستون؟

جڳ ڪان لڪي ڪيائون غُفائن ۾ بندگي،
ليڪن پتين چتين تي جي رنگينُ مورتون؟

ڪوٺارڪ ۾ ڏئيون مون، ڪجُوراهُو ۾ ڏٺيون،
هر گهر جي زندگِيَ ۾ مگر هي جي عورتون؟

هر هر اُٿيو سوال تي اخلاق جو، مگر،
وينيون ورائي ويڙهي حواسن جون لذتون!

دنيا انهِيَ جي لاءِ هُيَس ”شيام“ جيڪڏهن،
آهيان اِنهيَ ۾، پوءِ ڇو اُن سان بغاوتون؟





چڪي گهونگهٽ تو مُنهن ڇُپايو پي
هتي پنهنجو هئڻ جتايو پي؛

هوند نيڻن تان بندشون لاهي
مونجهه من جي ذرا مِٽايو پي؛

دل تي ڪيڏي نہ سِونهن لڳ ماندي
ڪا تہ صورت سندس بڻايو پي؛

خواب آئنده جا ڏسڻ وارا
ڪاش، ماضِيَ جو سڏ اُنايو پيي؛

ڪئن ڏسيان چاهي روح سنڌِيَ جو
روح ڪي روح سان ملايو پي؛

سارون سارن پئيان سوين اينديون
مارئي هيڪلو تي ڳايو پي؛



○

رهيس تو لاءِ قربائتي شخصيت مان
مون کي ڪاش ياتيو تو هڪ آدمي جان!

ڏسي آرسيءَ ۾ تو ائين مسڪرايو،
هجي جئن نه ڪو موڪلائيندو ڪنهن کان!

لڳم، جڻ سنڌءِ گرم سواسن ڇهيو پئي،
ڪٿي تنهنجو فوٽو لڳايم ڇپن سان!

نهاري نهاريم وري پي نهاريم،
اکين ۾ هو تنهنجي نئون کي نه هونءَ کان!

چوڻ لاءِ چپ چوري چوري به چپ هئڻ،
جهڪايئه نگاهون هٽائي چو مون تان؟

پلا چا هو اگهه ۾؟ اڳيان چا کي ايندو؟
جوابن لئه سوچيان؟ سوالن کي سمجهان؟

○



ايڪانت يا ڪ سارَ سگهڻين ڪين جا سهي،
ويني اکين مان لڙڪ ڇو آيئہ اِئين وهي؟

اهڙو تہ خير ناهي ڪي دل ڪي نہ جو وٽي،
پر دلڪشي جبي ڳالهہ اڳوٽي ڪٽي رهي!

سچ پچ ۾ ٿي تہ مون 'نہ' اڳي پڻ ڪئي هٿي،
پر تو ڏني تہ شڪل، جا سچ جي هٿي نهي!

روڪيئہ غلط هلڻ کان نہ توڪيئہ ڪڏهن مون کي،
پر منهنجي لئہ قدم تو هميشه کنيو صحيح!

اڇٽو هو ڪير؟ گهر کي سجائڻ اثين لڳين،
سينگار جو خيال بہ دل تان ويئہ لهي!

سيني جو آڻياءِ ڪيو "شيام" تو کِلي،
ڪنهن کان خوشي مليئہ ڪ سا آئين ڪتان لهي؟





رستي جي ير، وڻ وڻ هيئان سُس پُس ڪري هوا
اوسي پاسي توڙي اهڙي ڏسجي پَهر نہ ڪا!

دل جا دڪڙا اورڻ نڪتين آخر اِئن ڪنهن سان؟
ڪو گهر ۾ ئي ناهہ تہ ٻاهر هوندو ڪيئن يلا؟

چُپ چُپ من کي ويڙهي ويئي آهہ اداسائي
اِن ڏڪٽي خاموشي جو ڪو نانءُ نہ آهي چا؟

هاڻ اُنهن جي پاڇي ۾ پڻ ڪانہ تئڏاڻ رهي
ڪجهہ پائڻ لئہ اُس ۾ لُڪ ۾ جن تي پتڏ ڪيا!

ملڪ ۾ ڪائي مارئي هاڻي شايد نہ يي ملي
پوءِ بہ سچي سڪ جي لئہ ساڃهہ ڪا پي آهي چا؟

ڪي تانڊاڻا ”شيام“ اڏامي منهنجي جيءَ منجهان
رات انڌارن پُوڙن ۾ جهرمر لائي بيٺا!





ڪٿَن چوان تصوير هوءَ هوبهو تنهنجي هئي
پوءِ پي تصوير سا هر طرح تنهنجي لڳي؛

ماڪ جن گلن تان چڪي، پيچ انهن کان سواد جي،
مون تہ پيتا لڙڪ هٿا جي ڳلن تان پيا ڳڙي؛

منهجي هر احساس ۾ سار پڻ شامل رهي،
ڪنهن نظر، ڪنهن روپ، ڪنهن مرڪ، ڪنهن آواز جي؛

ها، گڏيا هئاسين اسين ڪنهن سفر ۾ هڪ دفعي،
ياد آيو اوچتو تنهنجو اڄ فوٽو ڏسي؛

مون چيو هَبڪي: مون کي هِتَن ڪرڻ گهربو نہ هئو،
تو چيو: چا تي پيو، پر وني وينين اچي؛

"تند تو پڻ ڪجھ ڪٽي يا رهئين اِئن جاڳندو؟"
"تنهنجي سر هينان لِڪي تند منهنجي هٽ ڪٽي؛"

ڪوئي آيو هئو ملڻ ۽ ملي موٽي ويو،
پوءِ جا محسوس ٿي تنهن جي ناموجودگي؛

جي ڏنم توکي ڪڏهن آرسي ۾ ٿي ڏنم،
مختصر محدود ٿي "شيام" منهنجي شاعري؛





اڄ هلي اچ اتاهه ساگر ڏي
ڏس اچي بيڪنار ساگر کي!

مينهن ڇيڪا ڪري وسيو ڪيڏو،
صرف ڏسجي تي جهاڳ ساگر تي!

جوش مان جي ڪناري ڏانهن پڳيون،
موٽي اپنايون لهرون ساگر سي!

گونجندا مندرن ۾ "شيام" رهيا،
چڏيا ساحل تي شنک ساگر جي!





ڏسي مون ڏي رکي رکي مرڪيو
نہ پڇي پڻ وري وري تو پڇيو!

هڪ طرف مون ڏي خود وڌي آئين
ٻي طرف مونکي پاڻ ڏي تو ڇڪيو!

موڪلايئہ ڳراٽڙي پائي
موھہ ڪيڏو اکين ۾ اُتلي پيو!

ڇا ھو آيو نہ ياد ياد ڪندي
ڪي وساريي بہ ڇو نہ پئي وسريو؟

مون ڪي ڇا ڇا نہ پئي سڏيو ماڻھن
نہ سڏيو توئي مون ڪي اِئن نہ سڏيو!

نہ ملڻ جي ميار ڪيئن ڏيانءِ
پاڻ ڪي پاڻ کان مون ڌار رکيو!

جلي آخر ڏِيو وِساڻو، پر
تيستائين تہ ڪئن نہ پئي ٽمڪيو!

ڪيتري پُرسڪون باک ڦٽي
اڌ اکيون کولي ڪو سمهي ٿي رهيو!





شام جو وڌندي وئي اوندھ گھٽي
جئن بتيون پرنديون ويون جھومر وٽي!

چا ڪيو هنگامو رنگن هٿو ڪٽي
چٽ چٽيو ويو سانت جي صورت ٻٽي!

’هان اِجها‘ چوندي توڪوليو در اچي
۽ چنبيليءَ مان ٻہ تي گل پيا ڇٽي!

ڪڙ ڪٻيتا هانُوَ ۾ چمڪڻ لڳا
جئن تو مشڪيو مون ڏي ٻيهر اک ڪٽي!

گھاو اگ ۾، ياد گھاوَن جي هنئر
پيڙ رِهندي تي اچي توري گھٽي!

ڏيري ڏيري اِئن اُجھائي روشني
جڻ ڪِري گل جي پتي پوئين ڇٽي!

ماڪ پوندي آھ پوئين رات جو
صبح ٿوھر تي بہ چمڪي پئي ڪٽي!

ڪنهن جي سهٽي جسم تي پوندي نظر
دل جي اوندھ ”شيام“ پاڪيزه ٻٽي!





بنان سمجهہ سمجهو مون جئن سلسلو
وَتُم داستانن جو مبهم مزو!

هُجي گهر ۾، گهر جو هُيس مان ڪٿي
رَسيءَ تي سُڪائڻ وڌل جئن وڳو!

جتي بي هيس، مان هيس بي وجود
الاهي عقيدت جو هيءُ معجزو!

سڃاڻپ نہ ماڻهوءَ جي آهي هِنئر،
ڪڏهن وڻ ۽ وڻ ۾ وڏو فرق هو!

ڇٽيل پنکڙيون پٽ تي پکڙيل هيون،
بصر جون ڪلون ميز تي، شام جو!

هوا جي اشاري نچيو ڪک نہ پئي،
هو پنهنجي ئي مرضي جو مالڪ تہ هو!

اچي جئن پياسين تکي بحث ۾،
ڪري در تي نک نک تو رخنو وڌو!

حياتيءَ جا ڦيٿا تہ ڦرندا رهيا
نہ تيو پر نہ تيو ڪجهہ بہ طي فاصلو!





توکي ڪيترين ڪيمر پنهنجي دل جون پارتون
تنهنجو هي نزاڪتون دل جي لاءِ سيکتون!

پنهنجون ئي حڪايتون پاڻ سان شڪايتون،
پاڻ سان محبتون پاڻ کان ئي نفرتون!

ڪٿن نہ تي پيون ڇتيون پنهنجي ئي نگاهہ ۾،
ڪوڙ جي وڏاءَ سان ڪوڙ جون حقيقتون!

اڪ هجي، نظر هجي، پوءِ بہ شرط ڪو ڏسي،
پاهٺي حقيقتون سخت چهره صورتون!

ڪنڌ يي ڪلهن تي هئو، ئي سگهيو بہ تي مٿي،
پر ڏسن گراوٽون، سر جهڪائي غربتون!

دل ئي دل ۾ پٺي گهُريئہ منهنجي راهہ تي هلڻ،
پوءِ بہ منهنجي چال تي تنهنجون هي ملامتون!

ٿي اِتي ئي اُس تکي ۽ اِتي ئي چانوَ ٿي،
اي نظر، اِهي هيون، ڪنهن ڪکر جون حرفتون!





هئي زندگي رڃ جي ريت جان
لڙهيس جنهن جي لهرن ۾ ڏينهن رات مان!

اِئين اوچتو رات جي شانت ۾
اُتي ڪُوڪ بَن جي هچيل هانُوَ مان!

اوهان جي مني گيت جي تال تي،
اڙي گوپيو، ڪيستائين نچان؟

ڇهيو ڪنهن تہ تي هانُوَ کي، ذهن کي
وئين تون تہ اوندھہ ۾ ڇڏجي مون کان!

ڇڏيم ڪيترو پوئتان چا سِنورڻ
هٽيا پر نہ پاڇا اجا ذهن تان!

فقط آڱرين سان تي ڳوليائين حُسن،
پيو عشق اندي جي لءِ .چا چوان!

ڪڏهن "شيام" ڪنهن يي جي ڳاتو ملهار،
سدا دل ۾ احساس جاڳيا نوان!





اينديون پير بہ چمنديون لهرون
واري ڪڏنديون پيرن هيٺون!

ڦيٽن تي هي گهمنڊڙ دهلي،
هلندي آپ کي پائي زهنڊون!

پڳل مورتين تي گل چاڙهيل،
کهڙيون ڳالهيون وشواسن جون!

سپُ تہ سُريو پئي پٽ تي پرتان،
منهنجي هانُوَ ۾ يَوَ جون ليڪون!

حاشيَ ۾ لفظن جي معنا،
ڪي سمجهيئہ بہ ڪتاب پڙهڻ مون؟

پوز بٺائي بُت تي بيٺين
پاڻ ڇپايئہ ڪيميرا ڪون!

ڪيڏو اُجلو نيرو اُڀ هئو
ڪڙڪيءَ مان جو "شيامر" ڏٺو مون!





گيتَ جو سُرُ ۽ ليَ جي سمجھون،
ڳايون پريت جو گيت ۽ جھومون!

سونهن ڏنم ساڪار جو تو ۾،
عقل چيو ڇڏ سيئي سوچون!

لڄ کان هڪدم نيڻ جُھڪايئہ
ڏسندي منهنجون تکيون نظرون!

پيار ڏنو، سنتوش ڏنو تو،
تو مان ڪيڏو سک پاتو مون!

هانُوَ تي هلڪي تون گل وانگر،
ڪيڏيون ڳوريون نظرون تنهنجون!

پاڻي ڪنهن جو سات سُهانو،
اي من، اي اڪ، ڇا لئہ پڇڪون؟





مان تہ هڪ يادگار پيڙهين جو
تو چتائي مون کي ڪڏهن نہ ڏٺو!

ڏوڙندو ٿي رهيس تلاشيندو،
من ملي ڪوئي هنڌُ بيهڻ جو!

مان سمهي پڻ سگهيس نہ ننڊ ڪري
اک لڳي، آيو جاڳ جو سپنو!

زندگي اڻ ڳڻيون تقاضائون
حاصلاتن جو پل شمار نہ ڪو!

موت جو فڪر سربسر بيجا
ڪنهن حوالي ۾ پوءِ بہ ٺيڪ لڳو!

رڻ تو وجهلي سڄو پڙاڏن ڪان
ايڏو ڪنهن جي صدا تي پڙڪي، چو؟

جي چيم لفظ سي سليس چيم
پوءِ بہ مفهوم ڳالهہ جو اوکو؟

چا تہ هيڪل وسُوڙي "شيام" حيات
دل سڪي ڪنهن جي سات لئہ ڪيڏو!





ڏٺو مون چنڊ ڪڙيو سج لٿي ڪان پهرين جو
ڇمان هي چنڊ جو اوندهہ ۾ رات جي نڪتو!

چپن تي رات جي چمڪي تو ڪٿي نہ چنڊ اچا
جيئڻ ۾ آهہ اچا سونهن جو اثر ڪيڏو!

ڪنوڻ نہ ساڳي، نہ ساڳي وري ڪنوڻ جي ادا
ڪنوڻ جڏهن بہ ڪنوي مون اکين ۾ مرڪيو هو.

مون تنهنجي منهن ۾ گلن جون نزاڪتون بہ ڏٺيون
گلن مان اڄ تہ ليا پائي تنهنجو چهرو تو.

ڪُلهن تي تنهنجو رکي سر مون سک ڪيو حاصل
ڪلهي تي تنهنجي رکي سر مون ڏک ڪيو هلڪو!

الائي ڪهڙي بهاني اسان جو سات ٻٽيو
اِئين ٻٽيوئي رهي شل ڇٽي نہ سات اهو.

هئي تہ "شيام" فقط هڪ گلاب جي ڪونڊي
تڏهن بہ گهر جو اڱڻ ياءِ جهڙو باغيچو!





اسهہ چُپ چاپ اُپ جي آهہ تارن کان ٿي نوراني،
ڪٿي بس ڦوڪٽن ٿي هن خلا ۾ رنگ افشاني!

ڏسي هي حال شايد آگريون ڏندين ڏنيون اٿئي،
مگر مون کي ڏني ايندڙ جي سوچن آهہ حيراني!

هُئي پيي، پوءِ پيي ڳُٽتي نہ پانٽي مون گذاري جي،
لڳي دل کي رهي ليڪن حياتي جي پريشاني!

غمن گهيريو اِئين منجي ويو احساس راحت جو،
بهار آيو ويو پڻ پر نہ ويئي دل جي ويراني!

خدا وسريو، خوشي ويئي، اگهائي جندڙي جهوري،
هئي بس تنگدستي جي ڪري بي نُور پيشاني!

ويمَ گهَر کان مسائن تائين ويندڙ واٽ تي ٿا ڪان،
نہ ويساهين، نہ مرضي سان هلڻ جي ڪائي آساني!



ڪيترا رستا ۽ ڪيڏا موڙ هئا،
ايندي گهر تائين ڪئين چڪرُ لڳا!

آرسي آڏو رکي ڪا مهل پئي،
پنهنجي مُنهن جا رنگ ڦرندا مون ڏٺا!

هي اڪيون، مائيون اکيون، مرڪز هيون،
جنهن جي چوڌاري اُٿيا طوفانَ هئا!

ڪي به ڳالهايو نه تو يا مون، مگر،
ڳالهه جا نڪتي، نه وسري تي اچا!

روشني ۽ رنگ جي دنيا وسيع،
جي اکيان هوندين، ڏسي سگهندس به سا؟

مون ڏسي توکي، لکيو ليڪن هيئر،
هي پڙهي مون تي ٿي لکندا ڪي بيا!

سُونهن وينگس جي، مٺي ڪوئل جي لات،
وات ويندي ڪنهن ڪڏهن مائي به چا؟

رک وسائل رات جي باقي رهي،
صبح ڏوٿيون ويا ڇڏي جوڳيئڙا!





ڪيڏي موهڻي پريم جي مايا
ساڃُ سدائي ڪنهن جي ڇايا!

عشق تَجيو سنسار سو ڪهڙو؟
حسن سوين سنسار سجايا!

ڪايا ڪيئن نه بدلجي ويئي
مون ته خيال جا تهه بدلايا!

اڪ ڪي لهس ڪتان هي آئي؟
سپنن جا هئا گهاٽا سايا!

ڪنهن جي ڪنڌ تي ڪنهن جو چهرو
سارُن اڄ اِئن ڳنبڊ لڳايا!

مون کي رڃ لڳي هي دنيا
پر تو سمجهي رام جي مايا!

پورا تي ويا راڳ پراڻا
پر نه نوان ڪي سر ۾ آيا!





ويچار کو ٽڪرايو اچي دل جي تهَن سان
جهٽڪي سان لنگهي ويئي هوا وڻ جي پنن مان!

آڪاس ۾ ڪڪريون، ڪي پکي ڏنڊ ڪناري
ڏس دل ۾ ۽ ڀيج پوءِ مُڙي پنهنجي اکين ڪان!

سڀ جايون سڄي بلاڪ ۾ جايون ٿي لڳيون ٿي،
هڪ ماڙي ٿهڻ سان ٿي ٻي هر جاءِ جُهڳِي جان!

ويساهه بنان هوس، اِئين مور نه آهي،
ويساهه وچايل وري، پائي نه سگهيس مان!

ڪنهن مورتي ڪيرائِي، ڏٺا ميڙي مون ٽڪرا،
آئي نه نظر مورتي ڪا مورتي ڏاران!

فوٽا به ته ڏنڊلا ٿي ويا هاڻ پتين ٿي،
تفصيل ڏسيا تو ٿي ڏسي جهور نظر سان!

سوڙهو جي ٿيو دائرو آفاق جو پوءِ ڇا،
پيري جي نظر! اپ به ننڍو آهه اڳي ڪان!





هن ئي وڻ جي ڇانگيل ٽاري
پنهنجن پرسان ڏاري ڏاري!

سج جي پرتو ڪان جُر جرڪي
سَر ۾ اُونهي آهہ انڌاري!

شام اُداس سنيارن وچ ۾
شاهہ جي وائي ڪنهن جهونگاري!

بند شهر جو هُل هنگامو
رات جو هاڻ بہ ياري ياري!

روشن ڪمرو، اڱڻ اونداهو
وچ ۾ اک جي اڇ وِچ جاري!

"شيام" صبح جو مُشڪئين اِئن پئي
ڄڻ تو بسک جي رات گذاري!





هيءَ رڻ پٽ جي سخت سفر تي نڪتو آهين ڏينهن تتي
جي پيو ڪجهه نه، ڪٿين ها گهر مان ڪنهن هڪ پٽ جي پاڇي ڪي!

شايد شام جا چار وڳا هئا،آيس پئي تو سان ملڻ
منهنجي پاڇي سان ٽڪريو ڪو شخص اچي ڪٿان رستي تي!

بجلي وئي ته ميڻ بتي لئه هڪبئي جي گهر پهتاسين
رستو پار ڪندي، اوندهه ۾ ڪونه ڏٺوسين هڪبئي ڪي!

رات انڌاري آهي پوءِ به ڏسجي ڪينَ تو اِئن ناهي
تارن هيٺان ڏنڊلو ڏنڊلو ماڻهن جو تو ميڙ لڳي!

هن اونداهي ڪنڌهر ۾ ڇو پاڻکي هيڪل پائين تو؟
سڏ ڏي شايد پيو به هجي ڪو ۽ سڏ جو ورجاءُ اچي!

جِيَ ۾ جهاتي پائڻ ڪاڻ جهروڪو پهرين هوءِ به ڪو؟
ڪيئن چوان ته ڏسي نه سگهئين، جو هوا ڇڏيل سڀ در ٻُوٽي!

من ته گڦا اونهي اونداهي، پر جو اُن مان تي موتيو
جڳ ته ڇڏيو پر پنهنجو پاڻ به هن کي ڪجهه نيارو ٿي لڳي!





سخت سيارو سج سامھون پڻ سارو جسم ڪنبي ٿو،
پنتان منھنجو پاڇو پٺ ڪي چنبڙي ڪٿن نہ پوي ٿو!

ڳالھائي مهمان هنڌر آ ٽوپي لاهي ليٽيو،
ڏس تہ سندس ٽي ٽوپي هيٺان چِين چِين تِڏو ڪري ٿو!

سفر حياتي جو هڻن لنبو ڪيڏو، پنڌ اٺانگو،
گھر کان دفتر، دفتر کان گھر، بابُو روز ڊڪي ٿو!

بس ۾ ڪاليجي نينگر سان گڏ ويٺل هڪ ساڌو،
ڪڙڪِيَ مان اسٽاپ لئہ شايد ور ور ڏئي ڏسي ٿو!

ساندھہ برساتين کان پوءِ اڄ مس نڪتو سج آهي،
سامھون پٺ تي ويٺل ڪانءُ بہ سھٽو چا تہ لڳي ٿو!

ڏينھن تتي جو جھنگل اندر ٺُڪ ٺُڪ ڪاٺ ڪُٽي جي،
ساڻ ساڻ آواز ڪھاڙي جو بہ مگر پُڏجي ٿو!

ڪٿن نہ چمن جي وڻ هيٺان بي فڪرو بيٺو آهين،
گھُر ڪو سر جو خير، متي ڏس طوطو چمون ٺُڪي ٿو!





ڏسي گلاب سرءُ ۾ ترڙيل خوشي تہ سَري
مگر پتين ۾ ڪَمي ۽ جهڪيي سگهتڌ لڳي!

وڏي وڏي اِهي پاڇا ٿي رات تي پوندا
هنئر وڏن تا تہ تذڪار تي وٺي تِن جي!

انڌاري رات جي چادر ۾ ياڻ ڪي ،ويڙهي
لُڇي اِئين ٿي جو جمنا، تِي ڇا جي لاءِ لُڇي؟

ائين ٿي ڇوھ پريو مينهن جو پيو ڇيڪو
وٺي گلن ڪان ٿي خالي تي مرڪٽي جُوهي!

ڏٺا خوشي جا هجن يا غميَ جا، ٻاري رک
جو ڪنهن بهاني ٿي، اوندھ تہ ذهن جي گهٽي!

پلي مون پريت ڪان دل، پر ’ڪٽي جو گڏجي هو‘
خيال ايندي تيس، پاڻ ڪان ٿي پاڻ شڪي!

الائي ڪهڙي گهڙيَ اُن مان شيام نڪتاسين
وطن ورڻ تہ ڇا، سرحد ڏسڻ نصيب نہ ٿي!





فضا خاموش، پويون پهر، چپّ تارا، اڪيلائي
مُني دل! توکي سڏڪڻ ڪاڻ هِيءَ ئي ويل هٿ آئي؟

وڄائي بنسري ڪنهن پئي پريان، پڙلاءُ پوندي ئي
يگن جي دائري ۾ پڙڪندڙ دل جي اُداسائي!

هئي بس منهنجي دل ۾ روح پرور ياد تنهنجي ئي
ستارن پوءِ به پوئين رات چت ۾ چٽنگ چٽڪائي!

اُتيو اِئن سُور، مُنهن تي مسڪراهٽ ڦهلجي ويئي
مگر مون کي ڏسي هئن، ڇا ڪون پرجي تنهنجي دل آئي؟

يگن جا راز چمڪائي ويو سينگار تنهنجو اِئن
نکاري چندرما جو عڪس جئن پاڻي جي گهرائي!

ڪيا تو ماڪ جي نرميءَ سان ظاهر راز راتين جا
مني سرهاڻ سواسن ۾ ۽ هِيَ ڇهري تي سرهائي!

جڏهن ٻيي روبرو آئين نظر سيڪجهہ نئون آيو
نئين نت تنهنجي گهبراهٽ، نئين نت تنهنجي پنهنجائي!

لڇي پئي ڏينهن پر سنڌوُ، هنئر ڪپرن کي ڦهلائي
ستارن کي چمي، پاڪر ۾ لاهي رات کي آئي!





تارچ شعاع ڪري ۽ ڪا شي چمڪي جڏهن ڪوهيڙي ۾،
مون ڪي ڏسڻ ۾ تون ائن آئينماڻهن جي ميڙاڪي ۾!

توکي سينگارڻ چاهيو مون پنهنجن سهڻن سپنن سان،
نڪريو تنهنجوئي سينگار مگر منهنجي هر سپني ۾!

نيريون نيريون اوچايون ۽ روشن وسعتون انبر جون،
سارو ڏينهن عقاب اُڏامي نيٺ لٿو آکيري ۾!

مان تڪجي، وڻ جي ڇايا ۾ وينس منجهند مهل اچي،
جهانڪيو رات جي سناٽي پئي ڏينهن جي هُلَ هنگامي ۾!

ڪامي ڪامي ساٻه وساٽي، هئي جا هڪ ٿي ميڻ بتي،
منهنجو پاڇو پڻ پرڪاش لئه سِڪندو رهيو انڌيري ۾!

ڏينهن منجهه تري ٿو پوءِ ڇا؟ هنج ته آخر رهندو هنج،
اوچي "شيام" اُڏار پريندو اُڏندو انبر اُجلي ۾!





آهيان تہ بوند پوءِ بہ لهرون ڏسي ڏسي
اچلون ڏئي ٿي دل تہ پوان هوند سمنڊ ٿي!

گويا خيالِ جوئي اُتار ۾ چڙهاءُ هئو
ڪئن سرت ڪي چڪي ويون لهرون لهي چڙهي!

پڪڙڻ جي لئہ شرارتي نينگر پتيان تہ هوس
پوپٽ ڪي پر پڄڻ جي تڪڙ ئي ڪتي هُئي!

اڄ طَي ڪري سفر تو مڙي راهہ جئن ڏسان
دل ڪي ڪڏون ڪُہا ۾ دڙا تا ڏين خوشي!

ڳالهيون ڪري تہ پوريون ڪيونسين، مگر اجا
ڪا ڳالهہ دل ۾ آهہ جا پوري نہ ٿي سگهي!

دل پريت ڪان پلي مون، ٿيون مدتون، مگر
ڪهڙي سا اهڙي پيڙ اجا دل سهي پئي؟

ڪومل هئو لڙڪ لڙڪ ڪيو جنهن انگ انگ
ٿهڪن ڪان ڪنهنجي ٿي پئي پٿر بہ مورتي!

چيڙي ڪتي ۾ ڪنهن هُئي اِئن راڳڻي مَدُرُ
جو سرت ٿي سجاڳ، ويا نيڻ ٻُوتجي؟

آواز ڪيترو نہ سجاتل لڳو ٿي شيام
صورت ڪا آسپاس سجاتل نہ ٿي لڳي!





جُونِ جي هن ٿاڪ منجهند جي سمي
بس اڪيلو ڪانءُ ئي ويٺو لنوي!

ٽاپو ڪائي واٽ سان ويٺين رُسي
ويٺو آهين پوءِ به ڪنهن جي واٽ تي!

شام جي سُرهي ۽ ٿڌڙي واءُ جو
جهُوٽو آيو، ويو ڪري تنها مون کيَ!

گرچه نالي جي نه سُڌ ڪائي هُيَم
چيا ته سهڻو گل ٽڙيل هئو شاخ تي!

چوطرف اُوندهه ئي اُوندهه آهه، پر
جو ڏسڻ ۾ تو اچي، اُن مان اچي!

هَل گهِٽيَ جي ئي مُهَڙ تائين رڙهي
خود هلي ڏس وقت جي رفتار ڪي!

فڪر ايندڙ جو ڪري ورندو به ڪي
موت ۾ چاهي جو اُن تي سوچجي!





آڌيءَ رات ڏنو مون جاڳي
حد بيحد جي سرحد ساڳي!

ٿڪن جا هر هنڌ پڙاڏا
توکي ڏسندي ڪُرڻا جاڳي!

ڪِل جي پيڙا، ڪِل جا ڳوڙها،
اڪ ۾ چمڪو ۽ ڳل داڳي!

دنيا معنيٰ ڪجهه بي معنيٰ،
ڇا هڙ حاصل جي ڪنهن تياڳي؟

ڪل جو رنگ نرالو هرجا،
پر لڙڪن جي صورت ساڳي!

ٿڪن ننڊ ڦٽائي، ليڪن،
لڙڪن آندي شيام سجاڳي!





آرتي جو آواز اچي جئَن هر مندر مان سانجهيءَ جو
ڇو محسوس اڪيلائي ٿئي جيڪر ڪوئي هجي ويجهو!

اڌي رات جي خاموشيءَ ۾ هُيُس پاڻ سان هيڪاندو،
سواسن ۾ سنگيت ڪو گونجيو چمڪي پيو سنسار سڄو!

رات جي اونداهيءَ تي ڇانئجي جئَن ٿي گهري .گهري شانت،
مهڪي پيئي ويل صبح جي ڦهليو سونهري تڙڪو!

توکي چاهيندي چاهيندي پنهنجي پاڻ ۾ چاهه وڌيم،
تو ۾ پاڻ ۾ فرق نه پايان پيار بڻايو هڪجهڙو!

توکي کهڙو نانءُ ڏيان مان ڪوئي نانءُ نه پورو نانءُ
هيءُ ئي ناهين، هُو ئي ناهين، ڇا ڇا ناهين تون منهنجو!





رهنديون اکيون تہ کين رئڻ کانسوا ڪڏهن
پر لڙڪ روڪي صاف ڪي ڏسنديون نہ ڇا ڪڏهن؟

اي دل، ڪي درد ونڊ تہ همدرد سڀ تين
آهي سچو جي درد تہ تيندو دوا ڪڏهن!

تنهنجي نهار پيار ڪي بيحد ڪري ڇڏيو
پنهنجا لڳن سي هاڻ جي ڌاريا لڳا ڪڏهن!

سچ کان پڇي سگهيون نہ ڪي سپنا ڇڏي سگهيون
ڪهڙيون اکيون رهيون جي رئڻ کانسوا ڪڏهن؟

هي زنده لفظ شيام اتم آسپاس جي
جڙندي نفيس نظم انهن مان بہ ڪا ڪڏهن؟





ڪيڏو ٿي انڌڪار هجي پل نيڻن ۾ سو نورُ هجي
ڌنڌلو ٿي پر ڏسبو منظر بيشڪ صاف نظر نہ اچي!

بيشڪ راڳ جي ڌن نہ هجي، ڪو دانهن ڪري ڪو سڏ تہ ڏئي
رات جي گهري خاموشيءَ کي ٽوڙڻ لءِ آواز کپي!

آهي صبح جو پهريون پهر، ڪہ رات جو پويون پهر اچا
پنهنجن پيرن جو آواز بہ ياري ياري شور لڳي!

ساندهہ هلندي هلندي هڪ لئہ آهہ سمائي نس نس ۾
تن بہ تنبوري وانگر تاٿيل، تال ڏئي هر قدم ڪڇي!

رات وهائي پنڌ ڪندي ۽ منزل آهہ اچا تہ پري
ليڪن وڌنڌڙ آهہ اُجالو پني فضا، خوشبوُ بہ اچي!

منهنجو شعر نجي تنهنجي دل کي شيام نہ چوري ها
سوچ جنون ريڪائون ايرن ها، چو هئن تنهنجي چهري تي؟





دل ۾ غم ۽ منهن تي ملال
ساري جڳ جو ساڳيو حال!

گهرو جيءَ تہ پهريائين
چئجان پوءِ جتن جنجال!

پتلي کي جتن پاتم هار
موت جي پوءِ کيو بيحال!

ڦرندي ڦرندي ڇا نہ ڦريو
پاڻ کي ساڳيو سڌڻ محال!

موم بتيءَ جي لاٽ وڻي
وٽ تہ اجا ٻيي آهي لال!

شيام وڏي جتن ويجهائي
وچ وٽيءَ جو اُتيو سوال!





ڪتي پٽّرن تي بہ ڦَل ڦُل رکياسين
ڪتي پٽّرن مان ئي ڦَل ڦُل گهڙياسين!

وهيا لڙڪ، اٽڪي پئَي دل نڙيءَ ۾
اچي ڪنهن هنڌان اڄ جتَين ئي لنگهياسين!

مُڙي پنهنجو ڏس پار پڇڻو پيوسين
گهڻو خوذ نما بڻجي وڏندا رهياسين!

اجهو ائن هئَي واٽ پنهنجي سڻائي
اکيون پورُي ڏينهن رات هلندا هلياسين!

زماني جا منجي ويا ماڻ ڪجهہ ائن
اڳتَين وقت جا شيام هاٿي بڻياسين!





لفظ ائن جادوگري دل تي ڪئي
سا تو سمجهي مون نہ جا معنيٰ چئي!

رات مندر جون وسائيون جڳن بتيون
ڪيتري خوشبو مونکي ويڙهي وئي!

گل لڳو گل کي هوا اهڙي لڳي
بس چٽي چپ چاپ پٽ تي پيا ہئي!

ڪونہ تيڏو هئو اُجالو پوءِ بہ پي
ڪڙ ڪبيتي جان مون تم تم پئي ڪئي!

زندگيءَ جي دل تي ڪڏهين هٿ رکي
هوند تو محسوس ڪجهہ ڌڙڪن ڪئي!

پولي موهن جي دڙي جي ۽ لپي
ساوڻي سنجها ۽ بادل سُرمئي!

ساري وستي تي هئي هڪ ئي چتي،
زور سان ڪيڏي نہ بارش پئي پئي!

شهر مان تي گهر ۾ آيس دير سان،
مسڪرائي ڪين ڪجهہ منهن سان چئي!

شيام، تون همعصر پنهنجو پي نہ تئين
توکي ڪاليداس جي کهڙي پئي!





هر اڱڻ ۾ تہ هئا گل، هئي بيشڪ چانڊاڻ،
صرف ڪنهن ڪنهن جي هئي گهر ۾ سهائي سرهاڻ!

گند جو ڍير تہ هئو جنهن تان اُٿيو هو پوپٽ،
گل ٿهي گل جي مٿان ڪٿن نہ وڃي ويٺو هاڻ!

ڪٿن نہ هيڏانهن ۽ هوڏانهن اڏي يونيوري،
باغ ۾ ڪيترو ڳوليندي رهي پٽر ڪاڻ!

سوچ جي لهر پٺيان لهر اُٿي رات اِئين،
ذهن ۾ شور محض شور هيو ۽ ڪاراڻ!

رات راوڻ جي سڙڻ بعد ڇو سنسان لڳي،
رام ليلا هئي رام جي راوڻ سان رهاڻ؟





لهندڙ سورج پٽ يري،
پاڇو رهنمائي ڪري!

چاڻ جتي اڻجاڻائي،
ڪير عقل جي هام ڀري!

هوندي اونهي ڏنڊ، مگر،
ان تان سينور ڪر نہ پري!

سڙيل پڻ جي بوءِ گهٽي،
ياد جي، ڳس ڪان ٿيءُ پري!

وقت ۽ موت سندي ماڪڙ،
ساهہ جي ساوڪ تان نہ ٽري!

من مفهوم ڏنو ان کي،
من ئي دنيا ڪاڻ مري!

دل جا ڪامي پيئڻي شيام،
هوند ستارن ساڻ ٻري!





دل اکين کي ڪتان ڪري قابوُ،
ڪونہ جادوءَ جي لاءِ ڪو جادوُ!

هيو گهونگهٽ ۾ هڪ گلاب ڏٺيل،
ويس ڏاريو گلاب جي خوشبوُ!

وڻ چڏي اڳيرو وڌي نہ سگهيس،
ڪَن پٺَي پٺَي رکي رکي ڪُوهُو!

رات ير ڪير ڪهڙي باعث اِئن،
ڪٿي مشعل بہ پٺَي ڦريو هر سوُ؟

تون تہ مشعل ڪٿي وڌئين اڳتي،
تنهنجي پويان رُليا جو واتهڙوُ!

توکي ساگر سڏي رهيو اي شيام،
تو لاءِ گنگا نہ تو لاءِ اڄ سنڌوُ!





رات گهڙيون ڪي آهه اڃا پيي، پر به سمهي چا هاڻ ڪريون
ڪيڏي سانت، فضا به پنل، اڄ گڏجي ويهه رهاڻ ڪريون!

ماضي پنهنجي مستقبل جي مار نه جيسين سمجهائي
ڪهڙي حال پچار ڪريون، ڇڪتاڻ پلا چاڪاڻ ڪريون؟

تو جان آهه مونکي پڻ گهرڙو، تو جان ناهه مونکي به زمين
گل بوٽن جي ڪونڌين سان ٿي، گهر ۾ ڪا ساواڻ ڪريون!

ڪالهه ٻڌايو ڪوڙ ڪي سهٽو اڄ سچ ڪي بد زيب ڪيو
نديون ڪنهن ڪي اي فنڪارو ۽ ڪنهنجي واڪاڻ ڪريون؟

ڪنڌن جي ٿي ڏڪ ڏڪڻ لءِ آهه گلن جو بندوبست
ڇو نه بغاوت باغن ۾ ٿئي اڃا به رڪ رڪاڻ ڪريون؟

ورهين جي ڳاٽاٽي سان بس ڳڻ ۾ ايندي ڪانه حيات
گهرائيءَ يا اوچائيءَ سان شيام سندس سُهڃاڻ ڪريون!





هتي حسن کي هٿ يلا ڇا ڪِي آيو
وڃايو محبّت تہ ڇا ڪِي وڃايو؟

مون توڏي نهاريو ۽ تو مسڪرايو
انهيءَ ڳالھہ کي ڇا تہ دنيا هُلايو!،

نہ ڪنهنجي سياڻپ نہ غلطي ئي ڪنهنجي
محبّت ٻڌايو محبّت مِٽايو!

ٻُڌڻ ڪاڻ تارا تہ ڪن لائي ويٺا
رهي چُپّ اوندھہ کي ان پئَي لڪايو!

سريو چين دل کي پرين! توکي ساري
۽ توکي ئي ساري اکئَين آب آيو!

پري جي سفر ۾ سمر هئَو ضروري،
ڪيو سوچ سياڻو ۽ ليچ ليچ تڪايو!

يڳو پرم اي شيام اوري پري جو،
اکين ڪان جو اوجهل نظر ۾ سمايو!





اڄ ستل سورن کي جاڳائي ڏٺم
ڪنهن کي ساري دل کي تڙڦائي ڏٺم!

پيار ماڻهن سان گهڻو پائي ڏٺم
عمر ڀر ماڻهوءَ لءِ واجهائي ڏٺم!

جڳ نہ سمجهي توکي، جڳ کي تون نہ سمجھ
عشق کي سؤ وار سمجهائي ڏٺم!

پنهنجي ڪمزوريءَ تي آيس لڄ نہ ڪا
ڪيترو ئي دل کي شرمائي ڏٺم!

روشنيءَ سان ٻُڪ مليو ڀرجي فقط
هٿ ڪٿي اُڀ ڏانهن ٻاڏائي ڏٺم!

ڪنهن طرح ڦاتي نہ لُڇندي زندگي
دام منطق جو بہ ڦهلائي ڏٺم!





صبر خاموشي ڪريان ڪيئن اختيار
ائين ٿيڻ ڏئي پيي تہ هيءَ دل بيقرار!

مون ڏٺو جن جو نہ چهرو هو ڪڏهن
تن جو سوچيندي اکيون ٿيون اشڪبار!

چاهي، دشمن ئي مصيبت ۾ تہ آهہ
پر مڃي دل جو انوکو اعتبار!

چانورَ ۾ گل جي رهان باقي گهڙيون
گهاءُ جو دل ۾ چڏي ويو آهہ خار!

ياد لڙڪن جو ڪري هڪ هڪ ڦڙو
ڪئن وساريان شيام ٿهڪن جو شمار؟





جتي عمر گذري وئي پتڪندي ئي
لڳن تيون سچاتل تہ راهون اُهي ئي!

پراڻن ڪتابن جي ڪيڏي سڙيل بُو
ڪباڙيءَ وٽان تہ بہ ڪجي اک نہ پيئي!

ڪٿي اک ڏنگہ چا پريان دير تائين؟
هيون يادگيريون نظر ويھي ويئي!

اُفق تي ڪڪر ۾ متان اُپ نيرو
بہ ڪڪريون اچيون سج هيٺان اُتي ئي!

وٽڙجي اجهو اندلٺ ويندي، ليڪن
چڏي خواب رنگين ويندي ۽ گھٽيئي!

جهلي ٻار ڪي ماءُ ڌمڪايو جٺن پئي
مونکي ٻار سان ڪٺن نہ تي ريس پيئي!

لٿو سج ڳچ دير ڪان پوءِ ئي هٺو
لٿو ڪت خالي ڪري ڪو اڳيئي!

اُسون هن طرح شيام سنسان آهن
پتين جي پنيان چا لڪا اچ سيئي؟





پرانهون پنڌ پيي ناهي، پلي جي ناهه ويجهائي
مگر هئن پاڻ ۾ گڏجڻ جي لڍ ڪيڏي نه ڪٺنائي!

پري ڪاڻ ٿي مون جڏن توسان ملڻ لءِ پانهون ڦهلايون
مونکي پنهنجي ٿي صورت ڪراس جي صورت نظر آئي!

رهي ماٺهن ۾ جيسين پاڻ ڪي تنها نه مون پاتو
اڪيلائيءَ کي پنهنجي مون نه سمجهو هو اڪيلائي!

ڪڏهن ڪنهن ساڻ گڏجڻ تي سجاڳ ڪنهن ڪرائي تي
نه ٿي پنهنجي به هستيءَ سان وئي منهنجي شناسائي!

لڳي ٿي اندبلٽ ڪنهن اپسرا جي ناچ جو گهيرو
جهڙالي زندگيءَ ۾ ڪنهن به رنگيني نه ڦهلائي!

سڳن جي ٿي گهران تنهن رات موٽيس ڪلپنا سان پئي
لڳو ٿي اڻ ڪِرِيي ٿي چنڊ ساري وات چمڪائي!

ڏسي ڪجهه پئي سگهيس ائن ڪونه هو پوءِ پيي رهيس ڏسندو
هئي گهري انڌاري رات، پُراسرار گهرائي!



* سڳن آهوجا سدا حيات، موهن ڪلپنا سدا حيات.



منهنجي غم کي پرين! سنواريو تو،
هر خوشيءَ کي ڪلي نکاريو تو!

پر مِ بيني تہ اک ڪٿي نہ ڏٺئَہ،
ويندي ويندي مُڙي نهاريو تو!

هئي منهنجي بہ پورڙائي پر،
جنهن سپاجهائي سان ڏتاريو تو!

هئِي موتئَي جي هيڪلي خوشبُو،
چنڊ! چا لئہ مونکي اُتاريو تو؟

ڪنهن کي سڌ ڏين، وٺين نہ پر نالو،
نہ تي معلوم يا وساريو تو؟

شيام آئي وئي جو هوش نہ هوءِ،
ڪنهنجو رستو تہ پئي نهاريو تو!





دير تائين سمنڊ ڏسندي جڏهن ٿڪُس پوئيمر اکيون،
منهنجي اندر ۾ اُٿيون لهرون ڪٿان هي آڻ لڪيون؟

سج، شفق، ڪڪريون اڇيون گل ڦل، پکي، وڻ ٽڻ، پهاڙ،
مورتيون هن ڪان زياده ڪهڙي مندر ۾ بڪيون؟

سُڌ نہ آهي ڪير پاڙي ۾ اچي آهي رهيو،
صحن ۾ ڪونڊيون اٿس موتئي ۽ تلسيءَ جون رکيون!

تنهنجي دنيا اي ڪلي، آهي اچا ٻيي ننڊ ۾،
باک ڦٽندي گنگنائڻ آيون ماکيءَ جون مکيون!

روشنيءَ ۽ رنگ جي دنيا گهڻو آهي وسيع،
پر اکيان هوُنديمر جي تون، ڇا ڏسي سگهنديون اکيون؟





وقت جي چيرين جون بس چمڪيون سهي،
زندگيءَ جي ناچڻي نچندي رهي!

ڪا خبر پاڙيسريءَ جي ناهه چو؟
چنڊ جي دوري نه اڄ دوري رهي!

شور جو دريا وهيو پئي شهر ۾،
دانهن دل جي پيئي ڪنهن ڪُن ۾ وهي!

واءُ ريڙهي پڻ سڪل سڀ ڳڏ ڪيا،
آڏ بهارن لاءِ رستي ۾ ٿهي!

جهنگ ساري ۾ نچڻ پاڇا لڳا،
جڻ ڪڪر سرندو ويو سج تان لهي!

حادثن جي ديس ۾ رهڻو ئي آهه،
گهر ٿهيل ڍهندا ته ٺهندا پڻ ڍهي!

شيام چوڪي ۾ ڪشش ڪيڏي نه آهه،
سائي وڻ تان پڻ پکي آيو لهي!





رهي ٿي دوُر تہ ڇاهي اِتي وسي ٿي دل
تيو ملڻ کان بہ وڇڙڻ گهڻو مشڪل!

ڪتي نصيب ٿيان باڪمال خوبين ۾
اٿم سو ڏک تہ نہ خامين ۾ پڻ رهيس ڪامل!

رُڪي نگاهہ ۾ نڪتس مگر ٻڌايان ڇا
وڃائجي وئي مون کان تہ واٽ ۾ منزل!

چڙهيو هو ائن تکو طوفان، رخ مٿيو غوراب
نظر نہ هاڻ اچي دوُر تائين تو ساحل!

وِکون وڌياسين جي تن جو ڪرين ڇو شيام شمار
اڃا تہ آهہ اسان جي گهڻو پري منزل!





دؤر بدليا اِئين زماني جا،
بس فسانا بڻيا فساني جا!

آدميءَ جهوپڙيءَ جو خواب لڌو
ڪک ڏنائين جو آشياني جا!

دل تي سوڙهي، تي جڏّن نگاهه وسيع
ڦرڪ ڏس ڪيئن ڦريا زماني جا!

اک سچائي ۽ اک تلاش ڪري
دل جا پتڪاوَ ها بهاني جا!

ڪهڙي هستي انهيءَ جي لهرن ۾
پوءِ بہ لوڏن ۾ لوڏ ڪاني جا!

پياس ڪنهنجي متائي منهنجي پياس
بند هئا در شرابخاني جا!





رڪي رڪي پڳي تو تہ نهاريو مون ڏي تيڏين نظرن سان
پر وينو ئي رهيس مان بس ۾ پاسيرو تي ڏارين جان!

ڪنهنجي ڏيان ۾ محو هئين ۽ اهڙو ڏيان ۾ محو هئين
آيو ڪونہ نگاهہ ۾ تنهنجي ويهي ڪير اُتيئہ پر مان!

محفل ۾ يا تنهائيءَ ۾ پر ۾ ڪو ڏينهن رات اٿم
ان کي ڪڏهن سهارو سمجهان، بعضي ان جي ڪري ڏڇان!

جڳ جي شور کان پاڻ بچائي، وينس آءٌ اڪيلو تي
هاڻي پينگي تنهائيءَ کان پاڻ ڇڏائڻ لءِ ٿتڪان!

دل پيي سڪٽي، من پيي سڪٽو، گهر سڪٽو دنيا سڪٽي
اوچون آپي جون ديوارون ايندم ڪير چڙهي تن تان؟

تو ۾ پنهنجي پاڻ کي ڳوليم پاڻ کي پائڻ کاڻ سڪيس
توکي پاڻ ۾ پائي توسان، هڪ ٿي هاڻ آمانَ لهان!





گهر جي آڱر ۾ نؤ ورني ويئي وار سنواري،
پت تي ويهي ڪانءُ ڇهنب سان پنهنجا کنڀ لساري!

ملڪ جي حال تي ڳالهائيندي نيتا ڪنڌ جهڪايو،
ننگي ناري بيٺي لڄ کان منهن تي گهونگهٽ ڍاري!

ڪنهنجو ڪوئي ڏوهه نه آهي مُند بدلجي ويئي،
هاٺي ڏيڏر ٽي ٽان ٽان ڪن، ڪوئل ڪانه پڪاري!

هلو هلو ته چوڻ تا سڀئي، ڪيڏي هلڻو آهي؟
مقصد ڌاران رُلندا رڻ ۾ ڇا وهڻن کي ماري؟

ڳس نه وڻن کو ڳس نه ڇڏن کو ميڇي، پڪي ۽ شاعر،
پنهنجا پنڌ ۽ پنهنجون راهون پڇي نه ڪو ڏيکاري!

سرد هوا ۾ وڻي سَٽي پٽي وڻ جي سڪٽي ٽاري،
يا لوڏي پٽي ٻانهن مدد لئه ولهه ۾ ڪنهن ويچاري؟

ميلن جي غيرآباديءَ ۾ شيام مَنهه ۽ ڪيتي،
موڙهل دل ۾ هيءُ نظارو ڪئن نه اُمنگ اُتاري!





منهن سج ڏانهن هميشه جنهنجو،
ڪيئن ڪندو پاڇي جو پيڇو؟

مرغا بانگون ڏيئي چپ ٿيا،
ياڪ ڦٽي ۽ سورج نڪتو!

ڪامي ڪامي شمع اُجهائي،
هاڻ نہ پيت تي ڪوئي پاڇو!

ڇهتين ائين جٺن پيت تي ڪرڙي،
ڪُسيءَ ويجهو پوپٽ هوندو!

بتيون ڏينهن جو پڻ پاريونسين،
هاڻُ تہ آهي وقت سنجها جو!

تنهنجي وقت جي ڳالهہ برابر،
ڦٽ مڙندو پر داغ تہ رهندو!

جيٺ ٻپهر هرڻ اُڃايل،
پاڻي واريءَ ۾ وجهلي ٿو!





توکي جھوري ڏرم ۾ ايمان جي
ڇاجي لاءِ ڳڻتي ڪرين اِنسان جي!

باقي اڌ قصو پڙهي پورو ڪريان
وِنڊ ايڏي ڇو لکيئه عنوان جي؟

تي ٻريون اوندھ ڪان اڳ برقي بتيون
ڪانہ ڪنهن پروا ڪئي طوفان جي!

رات ڪيڏا چنڊ چمڪيا چاھ جا
چاندني اوندھ ٻٽي ارمان جي!

عقل وارن جي نہ آهي هڪ هٽي
تي هلي دنيا ۾ ڪجھ نادان جي!

آدميءَ پاريو ڏيئو جنهن ڏينهن کان
تي مينسر روشني اِمڪان جي!

ڪھڙي سپني کي ڪري ساڪار تي
مورتي خاموش ٻُڌ ڀڳوان جي؟





ڳالهائڻ تہ اُچهرو آهي،
لفظ لفظ پر گهرو آهي!

منهنجو چهرو چا تو جاچين،
تو مون کي هڪ چهرو آهي!

پنهنجو ڦٽ چو کولڻ وينين،
منهنجو پڻ ائن گهرو آهي!

اُپ تي پنهنجو رنگ چٽڻ لئہ،
ڪِرٽو ڪِرٽو اُبهرو آهي!

اڌ اڌ چهرا غائب، ليڪن
هرهڪ ورتو بهرو آهي!

تارا پهري تي هئن چُپ چُپ،
شايد مَتِن بہ پهرو آهي!

راڳ تہ ساڳيو ڳاتوسين، پر
ڌار چو سُر جو لهرو آهي؟





ڪونہ گڏيو گڏ جنهن سان رهجي،
گڏ سک مائجي گڏ دک سهجي!

سوڙ سوين، پُرپيچ مسئلو،
ڪنهن کي سلجي، ڪنهن سان پهجي؟

علم اُتانهين تي پهچايو،
ڪيئَن لهي ڪنهن وَهہ ۾ وَهجي؟

پوپٽڙا لَنءَ لَنءَ ۾ ڦڙڪن،
وينو خواب ڇُهاوَ جو لهجي؟

ڪنهن اڻ ڳاتل گيت جي ڌُن تي،
بس پاڳل جان نچندو رهجي؟





ناءِ تِڪ آندي نديءَ جي ڌار ۾،
گيت هئو ملاح جي پتوار ۾!

هي اچا پوپٽ چنبيليءَ جي مٿان،
سبز پن ڀڪڻ لڳا هبڪار ۾!

شاهه سر هينئان ڪري ليٽي پيس،
صرف سنسئيءَ ڪي ڏنم وٺڪار ۾!

هٿ ڀڪوڙيل جٺن پٽيو مون، مٿ ڪٽي،
هوس ڪهڙي سوچ ۽ ويچار ۾؟

هيءُ جو تارو آهه ير ۾ چنڊ جي،
سو اُتس سيوا ۾ يا سهڪار ۾؟

دوستو، تون مان ۽ تون مان ڇو ڪجي،
ڇا رکيو آهي انهيءَ تڪرار ۾؟

منهن تہ ڳالهائڻ لئہ کوليو شيام هئو،
پر نہ آيا لفظ ڪي گفتار ۾!





ڪنڌ نئڙائي ڏنئہ اڄ تہ مونکي ڪئَن نہ متان
مان متي ڪنڌ ڪٽي پيو ڏسي توڏانهن ڏسان!

درد بيچين ڪيو، درد تہ بيچين ڪندو
دل جي سامت جو لڇايو چا انهيءَ لاءِ چوان!

آهہ ڇا نيت بہ چڪر اِهو چوراسيءَ جو
وينو سوچيان تہ پُلس نقطي پلا ڪهڙي ڪان؟

سمنڊ جهاڳيم، سهي طوفان لهڙيس لهرن ۾
مونکي پاڻيءَ ۾ وڌءِ سو اِئين مقصد ڌاران؟

تو وٽان شيام اُٿڻ ڪان تہ اُٿي مان آيس
پر نہ دنيا ۾ ليي جاءِ ٻي جيڏانهن وڃان!





جيون پوُرو موت به پوُرو
هيءَ اڌورو هوُ به اڌورو!

سچ 'آهي' جو چاتو آهي
'هئو' ۽ 'هوندو' وهم نسورو!

اوندهه وچ، وچ ڪاٿ پوءِ اونده
جنهن به ڏٺو ڪي سو اٿپوُرو!

هيڏو اُپ ۽ هيڏا تارا
رات جو عرصو پورو سوُرو!

دوُنهون سرهو هلڪي گرمي
درد جي دونهين چندن چوُرو!

ور ور سونهن ليا ڪا پاتا
پيار ته هئو ڪنهن پوُر ۾ پوُرو!

شيام عميق وسيع هجي يي
سمنڊ لڇي چو وقت سموُرو؟





صبح جو واري ۾ ويراني رهي
رات لچندي موج طوفاني رهي!

حسن نظرن ۾ ته جسماني هُئم
هانوَ ۾ اُدمانڊ روحاني رهي!

سار مان ڪيڏو مليو دل کي سَڪون
گڏ گذارڻ ۾ پريشاني رهي!

بس سڏين ليڪُن کي موڙڻ گول مول
علميت مخصوص اِنساني رهي!

مون نه دل جي ڳالهه ڪنهن ٻئي سان ڪئي
گهر جي اندر گهر جي ويراني رهي!

چَپ قتل، جيسين پڇي چلڪو لٿو
پيڙ ذهني خواه جسماني رهي!

هٿ جي پاڇي سان ڪيم محسوس کي
ڏينهن سارو دل ۾ حيراني رهي!

هيترا تارا ۽ سڀ بي نام ته به
تن جي هستي چا ته نوُراني رهي!

سچ نه ڪنهنجو پنهنجو پر اصلون اِئين
تنهنجي پنهنجي صرف ناداني رهي!





حياتيءَ ڪانسوا دنيا ۾ آهيَ چيز ڪهڙي
ڏسي ڪوئي ٻڌائيندو تہ صورت موت جي ڪهڙي؟

نهاري پاڻ ۾ پنهنجون ڏنم جي روپ ريڪائون
حقيقت تن جي آڏو آرسيءَ جي عڪس جي ڪهڙي!

لڪيل جيڪي بہ آهي سو جڳن کان اگ لڪيل آهي
مگر جاڻي تي دل جا لاپ تيو هاجي بہ تي ڪهڙي!

سنوارڻ جو تہ جا اُن کي اُجارڻ جو نہ سوچيو ويو
هئي پيڙا کان اڳ ۾ زندگي ييَ زندگي ڪهڙي!

ڪيو محفوظ قانونن، ڪيو محدود قانونن
بنا قانون ٽوڙڻ جي وڌڻ لءِ واهہ ٻي ڪهڙي؟

جنڻ جا ٺهڪڙا تيندا ڪارا هيٺَن لڙڪن سان
خبر ڪنهن کي هئي، آهي سياسي ٽريجڊي ڪهڙي!

ڪڏهن شبنم، ڪڏهن موتي، ڪڏهن تارو رهيو آهيان
خبر ناهي تہ منهنجي شيام تو صورت ڏني ڪهڙي!





سمجهہ ڪينڪي جو پڙهندي
سمجهہ سو توکي ڏسندي!

بحث چڙيا معلوم ڪري
ماٺِ لڳي محسوس ڪندي!

سوکيہ سک ۽ گهري پيڙ
هيءَ پڻ ملندءِ هوءُ وئندي!

گل ۽ گل جي سونهن امر
گل تڙندو ڏس گل چٽندي!

تون بہ سچو ۽ مان بہ سچو
سچ رُسندو سچ سان ملندي!

ڇپَ ڇپ منهنجون اکيون ڍڪيئہ
مون تہ نسجاتئہ هٿ رکندي!

بارش پوندي شيام سمهيس
شفق ڏئي مون اک کلندي!





دل غمن کان نہ آهہ ڪا آجي،
ڳالهہ ڪا رَاز جي اوس هوندي!

جوت روشن رکي مون رات سڄي،
نہ جلي دل نہ ڪا نظر چمڪي!

چانئي ڪاري گهٽا پلي چانئي،
هاڻ ڪنوندي رکي رکي وڄ پيي!

ڏيان ۾ ساڪيات اِئن آئين،
مونکي محسوس تنهنجي خوشبو ٿي!

ڏينهن جو جاڳجي ڏهاڙي ٿو،
شيام ڪنهن رات جو بہ ڏس جاڳي!





ديوتا ڪهڙو هو مندر ڏاران؟
نظر آيم نہ ڪو پٿر ڏاران!

نقش تنهنجو تہ نہ هئن اُڀري ها
دوست! منهنجي پس منظر ڏاران!

تو چيو وات تڪيئي وينو
ڪير هئو وات جي پٽر ڏاران؟

گهر سجائڻ جي لڳن جن کي لڳي
گهر ڇڏي سي ٿي رهن گهر ڏاران!

جيسين دردن نہ ڪيو هئو ديرو
دل پلا ڇا هئي ڪنڌهر ڏاران؟

لهر جو نيث وجود آهي ڇا
ڏس تصور ڪري ساگر ڏاران!

پاڻ مان شيام نہ پاهر آئين
تنهنجو گهر هئو تہ نہ اِئن در ڏاران.





چيمر جيڪي چيل ڪنهن پئي جو ناهي ائين تہ ناهي، دوست!
مگر محسوس شدت سان تيو مون ڪي، بہ آهي، دوست!

وڃڻ واري جو ڏک کھڙو اچڻ واري ۾ کھڙي آس
زمانو جئن بہ آهي گهارڻو ان ۾ ئي آهي، دوست!

اُفق کان مٿيرو آڪاس آهي چنڊ تارن ساڻ
مگر اوريان هي وارياسو سگهان دل تان نہ لاهي، دوست!

انڌاري رات جي پردي تي ٻن پاڇن جي چرپر آهہ
ڪہ اِئين ڏيري اکر ان تي لکي پيو ڪوئي ڍاهي، دوست؟

ڏنمر ڪاچن جا وڻ رستي تي، نڪتاسين، گوِا مان جيئَن
مٿيءَ جا تهہ جميل تن جي پنن تان ڪير لاهي، دوست؟

سمهي پهٽن تي پهٽن ڪي ئي گاريون پئي ڏنيون جنهن رات
آسر ڪان پاهٽي سو تن مان وينو خواب ٿاهي، دوست!





ڪجهه اڳاهُون وقت ڪان ٿي تو سگهي، سگهندين چئي؟
جيهه ٽيندو وقت جو آخر ڪٿي، سگهندين چئي؟

رنگ، بوءِ، آڪار، نرميءَ سان ڪيئن گل جو خيال
گل جي هستي ڇا هئي ان ڪان اڳي، سگهندين چئي؟

پنهنجي چوڌاري هنيو هئو چنڊ پڙ آڪاس ۾
پوءِ به پڙ ۾ هئو ڪه هئو پڙ ڪان مٿي، سگهندين چئي؟

هيءُ ازل ڪاڻ وقت جوڙيندو رهي جيڪي به تو
جو ابد ڪي اُن جو اُلڪو تو رهي، سگهندين چئي؟

وقت، ڪارڻ، جاءِ جي آڌار ڌاران ڪنهن طرح
ڳالهه جيڪا سمجهه ۾ ڪنهنجي اچي، سگهندين چئي؟

ڪوڙ ڳالهائيندي چاهيم بيا نه ڳالهائين ڪوڙ
جو نه ٿي سمجهو سنو مون ڪوڙ ڪي، سگهندين چئي؟

تج ڌائيندي جو مشڪيو بار پئي، چاجي ڪري
شيام وڌندي قول ڪٿن تو قول تئي، سگهندين چئي؟





پوڄا جي لءِ وٺڻ تي گهريو مون گلن جو هار
پر رنگ ۽ سڳنڌ تي ملهہ جو رهيو مدار!

ڪيڏيون نہ پنکڙيون بہ ڪريل باغ ۾ هيون
سرهاڻ ڪي ٿي مون تہ هو سمجهو هوا جو بار!

ڪنهن خواب پڻ ڪڏهن رنو ڪنهن اک جي واسطي
ڪنهن خواب لاءِ ڇاڪون ٿي اک آهہ اشڪبار؟

تصوير جان هو صبح جو آڪاس ڌنڌلو
تنهنجو پريان اچڻ ٿي لڳو خواب خوشگوار!

دڳ ۾ اڳيان تون روڪ نہ، سونهون مگر هٽينم
منهنجي مٿان هٽين تون ٿڏي ڇانوَ ۽ نہ بار!

سر سر هٽي وٺن جي ۽ آواز بين جو
ڇاٽان نہ ڳائي، دل هٽي ڳائڻ لئہ بيقرار!

اي شيام تنهنجي پيار ڪري ٿي اِئين ٿيو
اڳ ۾ ڪڏهن نہ مون ڪيو سپنن تي اعتبار!





دوست! ايڏيون ڊوائون ڇاجي لاءِ؟
موت کي اِئن پوائتو نہ بڻاءِ!

ڪونہ اِئن زندگيءَ جو راز کلي
موت جي فڪر ۾ نہ عمر وڃاءِ!

موت آهي جو خودبخود ايندو
پر جئڻ لاءِ ڪا تہ ڪار ڪماءِ!

بس هئڻ جو فقط رهيو احساس
سوچ پهچايو آئي اهڙيءَ جاءِ!

شعر تنهنجو پسند جي نہ هجيم
شيام اصلاح جي ڏيان ڪئن راءِ!





مرڪ منهن جي نہ آلاڻ اک جي، ملي
مون وٺي تياڳ، ورتي نجي بي دلي!

ڏس تہ تڪتي ڪتان راهہ پهتي ڪتي
ڇا اِرادو هئو ڪهڙي منزل ملي!

پير منهنجا تڪا صبح ڪان ئي اڳي
ڇال تارن جي پڻ ڪجهہ لڳم پئي ڍلي!

سوچ ۾ ئي سڄي عمر گذري وئي
ڳالهہ سوچي اها دم ڏنو ڪنهن ڪلي!

ڳالهہ جيڪا چيئہ شيام هبڪي چيئہ
گفتگو تہ بہ نہ تنهنجي هئي گهرگهلي!





نفيس گل ڦٽي نڪرن گهٽيئي روز مٽيءَ مان
مگر مٽيءَ ۾ مليا جي هٿا نفيس گلن کان!

الائي ڪم اِهو نوريئڙن جو هئو ڪِ هوا جو
مگر ڪريل هٿا ڪيڏا نہ پير پيرِ جي هيٺان!

سرءِ جي منڊ، پُسا وڻ پنن چٽڻ جي ڪري ٽيا
مگر لڳي تو ڪشادو وڏيڪ باغ اڳي کان!

ڪٿي وئي هٿي ڪلهہ رات هت برات جي دعوت
غريب پار، ڪتا، ڪانوُ آيا صبح ٿيڻ سان!

رسالو شاهہ جو جڳن شيام رات مان ڪٽي وينس
ڪيو هو پهہ ڪو پتنگن اچي ڪِريا ٿي بتيءَ تان!





ستل همت کي جاڳائي ڪپي بيچارگي اهڙي،
خوديءَ کي جا ڪري بيدار گهرجي بيخودي اهڙي!

اڙي او بيخبر، ان ريت ماضيءَ ڏي نہ ڏس گهوري،
ڪري آئيندو اونداهو انهيءَ جي روشني اهڙي!

شڪايت لئہ سبب ڪهڙو جي ڪوئي انقلاب آيو،
انهيءَ ڪان اگ هئي يي زندگيءَ ۾ تازگي اهڙي؟

بکاريءَ کي ڏنئہ روٽيءَ ٽڪر اُچلائي اچ خوش ٿي،
انهيءَ لئہ جتن سيائي پڻ گذاري زندگي اهڙي؟

ويئہ بس پوڻجي بيئي اکيون، چنڪئين اِئين ڪل ۾،
اِئين اِنسان ٿئي انڌو، خوشي ڪئن ٿي خوشي اهڙي؟

شفق ڪانپوءِ اُجالو يي، شفق ڪان پوءِ انڌارو يي،
اُفق جي ڏِس نہ تو جاچي شفق توکي وٽي اهڙي!





دوُربينيءَ سان ڏنم أپ ۾ نرنجن هئو ڪٿي؟
خوردبينيءَ سان مون جاچيو تن مگر من هئو ڪٿي؟

مون ٿي چاڻ خواه ماڻ جي نہ خواهش ڪي چڏيو،
ورنہ هن سنسار ۾ مون ڪاڻ ٻنڌن هئو ڪٿي؟

هي هوائون پوهہ جون ساٿي بہ ڪي ڏسجن نہ ٿا،
ائن چٽي وڻ مان ڪِرن پن پيا جو پن پن هئو ڪٿي؟

هيءَ وسائل دل ڪري ٿي آهہ اوندهہ هر جڳهہ،
دل نہ جي روشن هئي سنسار روشن هئو ڪٿي؟

هر مسافر پئي هليو بي ذوق ۽ بي حوصلئَ،
شوق منزل هئو ڪٿي، رستي ۾ رهزن هئو ڪٿي؟

پنهنجي پنهنجي رنگ، بوُ، صورت تي جا هرُ ڪنهنجي هوڏ،
قول ڌاران قول جو گلشن ۾ دشمن هئو ڪٿي؟

مرڪ جا گل، پيار جا گل، جت دلين جا گل ٽڙيل،
شيام مون ڳوليو گهڻو ئي اهڙو گلشن هئو ڪٿي؟





دوزخ جو ۽ بهشت جو هيءُ ذڪر زوردار،
رومانس مذهبن جو ۽ رومانس پيو نبار!

تربت ڪٿي سماڌ، ڪٿي ڪا مڙهي مسيت،
رستو سڄو نہ هڪ بہ مگر شهر ديندار!

پنهنجي ڏني صفائي دليلن سان آدميءَ،
هر جرم لئہ خدا ٿيو ثابت جوابدار!

ڪنهن ڪي سندس يقين ڪلٿهاب ٿي ڪيو،
۽ ڪنهنجي شانَ مانَ جو شڪ تي رهيو مدار!

رستي سڌي سان جو بہ ويو پهتو دير سان،
منزل تي جلد پهچين تہ وٺ رستو پيچدار!

اي شيام شمع ٿئين بہ تہ محفل جي شمع ٿئين،
روشن مسافرن لئہ ڪندو ڪير رهگذار؟





ٻري مسجد ۾ ۽ مڙهيءَ ۾ ڏِيو
پر نہ ذرمن جو انڌڪار ويو!

چنڊ تارن سان رات پر ڳالهيون
روز اخبار سان ئي صبح ٿيو!

گهر ۾ بيشڪ اگربتيون ٻاريم
گند گهر ٻاهران مگر هو پيو!

آبرو لڙڪ ٿڪ جي پنهنجي
جنو جيو دم سليقي ساڻ جيو!

هر ترقيءَ جو ماڻ ڏک آهي
هر ترقيءَ جي لئہ سٺو ئي ويو!

ڪجهہ بہ حاصل ڪرڻ بنا جڳ ۾
شيام ڪوئي جِيو جِيو نہ جِيو!



عقل ڏيکاريا اکين کي هر قدم خطرا نوان
پر لِکي پردي پٺيان ڪنهن پئي ڏسيا رستا نوان!

اُن جي ڌارا مان ٿي ظاهر هئو طرف درياهہ جو
پر هليو ڦرندو ٿي، وچ تي موڙ جَنُن آيا نوان!

ڪلپنائون نوجوانيءَ جون نراليون ٿي هيونُ
يا پرين جي ٿي ڪهاڻين جا هٿا خاڪا نوان!

ڇا ڪڏهن ڪوريئڙي جي چار ۾ آتڪي هوا؟
عقلَ آخر ڇا ڪري دل ۾ اُٿيا اُڌما نوان!

جئن ٽنڊيا ٿيا ڏينهن ڏک جا، ڏک جون راتيون ٿيون وڏيون
وقت ڏيکاريا طريقا مند مٽجڻ جا نوان!

سونهن ٿي آهي سچائي سچ تہ آهي رچ جيان
دل لياڻ لئہ بنهي جا سچ سنوان غمزا نوان!

روُح مرڪي پاڻي پاڪر جسم کي جئن ٿي چميو
دل ٽڙي پيئي ۽ لُنءِ لُنءَ ۾ ڦٽا غنچا نوان!

هڪ صديءَ ڪانپوءِ پڻ شايد ڪي عالم ۽ اديب
شيام جي شعر منجهان ڳولي لهن نڪتا نوان!



هوءُ پنهنجو نہ هئو، پل هجي چو نہ ڏاريو
تڏهن پي وجي تو نہ دل کان وساريو!

رهئين کن نگاهنِ جو مرڪز تي پر تو
ڪٿي اک نہ تارن ڏي ڪنهن دم نهاريو!

آلا پنهنجي ٻوليءَ ڪيو ڇا اسان سان
ڪو پنهنجو ٻٽيو ۽ پيو تي ڪو ڏاريو!

سگهيس پاڻ روڪي نہ جنهن تي ڪلڻ ڪان
انهيءَ ڳالهہ ڪيڏو نہ آخر رُئاريو!

سڄي رات ڪنهنجو نہ ويو ڏيان، توڙي
اُجالي انڌاري منجهان پئي نهاريو!

هلي آءُ ڪڏهن پاڻ مان شيام ٻاهر
۽ ڏس پاڻ ڪيڏو نہ آهي پساريو!





آئي آهه بهار جي موسم، سوچين وينو ائن چا چا
ڪوئل لنوندي، انب جهليندا ٻورُ، اسان ڪان پڇڻ سوا!

پنءِ ڪان انبر تائين ڇانيا، سُندر سپنا رنگ رتا
محنت لاءِ نہ فرصت ڪنهن کي آيا ڏينهن تمنا جا!

ڇا تہ هوا جي جهونتي جهونتي آنديون سؤ سؤ خوشبويونُ
ڦاڳ ڀر پيار ڪي سونهن مُڪا پئي دورُ دورُ ڪان سنديشا!

هاڻ نہ آهي ڇوهہ رهيو ڪو پوءِ بہ دريا ساڳيوئي
چاهہ جو ڇوهہ بہ ڇوهہ هُيو پر هيءَ جا ماٺيٺي ممتا!

خشڪ پنن سان پريل روڊ تي چانڊوڪي بي فڪر سُتل
هير جي جهونڪن تي هر پيري چرڪ تہ رات پريا ڪيڏا!

ليلا تان ٿي چام ڪنئي دل آخر جنهن کي ڏسي ڏسي
ڪؤنروءَ کي ليلا سمجهو هئو من موهٽي اهڙياٺي ڇا؟





جڏّن پوڙ پچائيندي اڪ نند ۾ آرسائي
هوءَ ير مان سريءِمنهنجي ياڪر ۾ هلي آئي!

سڙهاڻ اِئين ساروُن ٿهلايون، چري تي دل
پاڙان پٽي جوُهي مون ٻاهر ڪٽي اڇلائي!

ڳالهيون ڪندي سرتين سان گهر ڏانهن ته موٽيڻ پئي
ڏسندي ٿي مونکي، شڪجي تو واٺ چو مٿائي؟

تو ڳود ۾ ٻالڪ کي جڏن تڇ ڏني ويئي
معصوم اُگهاڙپ تي پاڪيزگي للچائي!

گل تي ٿي ته اڪ پيئي ڪو پيو ٿي نظر آيو
دوُري نه رهي دوُري ويجهائي نه ويجهائي!

انبار هي عڪسن جو ۽ عڪس ٻه ڏس ڪهڙا
ڏنڌلي تي اِئين ويئي آئيني جي اُجلائي!

اي شيام رهاٽين ۾ ڪو حرف نه هڪ ڇُلڪيو
ڪيڏي نه هُئي تنهنجي گفتار ۾ گهرائي!





هيءَ دنيا جهڙي يي آهي
پوءِ بہ جاءِ جيئڻ جي آهي!

ڇاتي من جو روڳ وڌايو
رات اکين ۾ گذري آهي!

پوري ٿيندي نيٺ حياتي
غم جي ڪانہ پڇاڙي آهي!

رات تہ آهي رات سراسر
ڪيس صفت تو لاتي آهي!

شاخ ننڍي ڪا، شاخ وڏي ڪا
مند بهار جي ساڳي آهي!

ٻُور پڪل ڦل ٻڻندي ٻڻندي
ڇا ڇا رنگت بدلي آهي!

ڪنهنجي سار ۾ رات وهائي
مهڪي ويل صبح جي آهي!

ڦولن سان سينگاريل نڪتين
گهر ۾ واس اچا يي آهي!





واقف تہ پئي لڳو پر نالو نہ ياد آيو
ڪائنس نہ مون پڇيو ۽ پاڻهي نہ هن ٻڌايو!

الفت جي آگ توڙي ٻرندي رهي هميشه
نفرت جي ڌنپ ليڪن ساڳيءَ طرح لڇايو!

ڇا شاندار آهي مندر جي هوءَ عمارت
اندران تي جو ٻہ آيو، ڇو ٿڪندو تي آيو؟

سڄ شهر ۾ تہ اُيري ساڳيءَ طرح ڏهاڙي
گهر گهر ۾ روشنيءَ پر هئن رنگ ڇو مٽايو؟

منجهند جي روشني پي ايڏي نہ آهہ روشن
سنجها جو آهہ پل پُراسرار سايو سايو!

سمجهہ نہ لفظ تنهنجا ڳالهايو پر تو جڏهن تي
آواز مان مون تنهنجي دل جو پتو لڳايو!

من ۾ هجيئي ڪجهہ ۽ تن مان نہ ٿئيئي ظاهر
ڇو شيام پاڻ کي تو ٿي پاڻ کان لڪايو؟





ڪنهنجو پيرو ڪوئي چارو پئي ڪٽي
جاڳ، سپني ۾ نہ ڪنهنجو سڳ ليي!

بعضي بعضي پر لڳن تا خواب کي
ماٿهو پهچي تو اڏامي چنڊ تي!

لفظ ماٿهوءَ کي نہ سمجهائي سگهن
لفظن سمجهڻ واسطي ماٿهو کپي!

لفظ جي قيمت سياڻن ڏي ڪٿي
لفظ لِءِ اگ هٿو پچڻ واڙو ڪٽي؟

گل چٽيَ طوفان ۾ وتڙي ويا
گندگيءَ جي ڍير تي اٽڪيا ہ تي!

سَپُ تہ سرڪي گاھہ تان ويندو رهيو
پر اکيون ٻَرنِس اجا پيي گاھہ تي!

پنهنجي اڳتان پوئتان وَرَ وَرُ ڏنم
جو نہ هٿو دل پٿي سِڪي اُن واسطي!

شيام مونکي جن لِءِ سڪندي سج لٿو
صبح تائين ڪونہ پر آيا اُ هي!





جنهن لءِ تو صبح کان ڪيو ساز جو اهتمام
هن گيت ۾ تي رات اِجها سا تہ ٿئي تمام!

گويا پرهہ ڦٽي ۽ ڪليون پڻ ٽڙي پيون
ورتو سياڳي ويل هٿ ڪنهن تہ تنهنجو تام!

تنهنجو هُئڻ هُئڻ پرين! چانورو مٿان
تنهنجي سنيار هاڻ تي آسيس صبح شام!

ڪنهن وڻ جي چانوَ ۾ او مسافر مٿان وِهين
تارين وچايو ڏينهن ڏٺي آهہ دڳ ۾ دام!

پوپٽ سريڪو خواه اُتانهون عقاب جان
اي خوش خيال، جئن بہ اُڏامڻ گهرين اڏام!

ساڳيو نہ وِلوِلو نہ اُهو جوش ئي رهيو
بدليون جو حالتون تہ لڳي مات مات شيام!





ڪائي ڪائي سمنڊ سمنڊ جي ويرُن جا جهٽڪا
ڌرتيءَ جي ڦيري ۾ ڪوئي فرق نہ پوندو ڇا؟

نظرون ايڏو دورُ هيٺ جو ويجهو ڪجھ نہ ڏٺئہ
خالي آپ هو ۽ پُنءِ ٻاٽين وچ ۾ چيز نہ ڪا؟

ڏينهن ڏٺي سج جي نالي ۾ رستن جي پر ڪان
پاڇا لڙن وڻن جي هيٺان اهڙي هلي هوا!

ذهن ۾ مورت ويئہ اُڪرجي هر هر سر ٽيڪي
هاڻ گهرين ٿو توکي پڻ ائن سِر ٽيڪي دنيا؟

رستي تان نہ ڪٽي ڪلھ اُن کي شيام تراشين ها
دنيا اَڄ هٿن ڪين ڪري ها پٿر جي پوڄا!





سوُر ڪائي شعور پاتوسين
زندگي پر جو سوُر پاتوسين!

بس مرڻ جو هراس هو نہ تہ دوست
ڪو جئڻ ۾ سروُر پاتوسين؟

سڀ ستارا نہ هڪ ئي رات ڪڙيا
آپ ٻيريل تہ بہ ضروُر پاتوسين!

نانءُ، ناموس، عقل ڪان بہ عزيز
پيار تنهنجي جو پوُر پاتوسين!

مِٺي ڪومل ڇهاوَ سان اونُدهہ
پيار پاتوسين، نور پاتوسين!

دل تي جادو ڪيو تو ڳالهين سان
پوءِ بہ ويسهہ نہ موُر پاتوسين!

دل کي گهائي اکين ئي سوچيو شيام
دل وڃائي غروُر پاتوسين!





سمجھہ بيشڪ گھاءُ گھري ڇاڻ ڪي
پيڙ ماں پائيندين پر نرواڻ ڪي!

لھرون لھرن جي پٺيان آيون ڪتان
ڪل انھيءَ جي ناھہ خود مھراڻ ڪي!

ماں اِتي جو ٿي اِتي آھيان، مگر
تون پيڙي مونکان ڪري وئين پاڻ ڪي!

اوچتو آڪاس ماں تارو ڪريو
مون تڪيو پٺي رات جي ڪاراڻ ڪي!

رات جي راڻي، وھائيون چندرما،
ڇا ٿيو سرھاڻ ڪي، چانڊاڻ ڪي؟

اڌ ڍڪيل تن ھوس گرميءَ جي ڪري
روئي ويٺي ڇو ڏسي پھراڻ ڪي؟

مينھنِ ۽ ھٿ ۾ پراڻو دستخط
ماں پُسڻ کان ڪٿن بچايان پاڻ ڪي!

گھنڊ ماں آواز نڪتو گونُجي
من بہ مانو ٿيو ڇڏي ڇڪتاڻ ڪي!





ڪوئي سک لءِ گهٽو رُليو هوندو
دل جو دک، سک تڏهن بٽيو هوندو!

هيڏو دونهون اجا بہ جو آهي
ڇا بنا باھہ جي اُٿيو هوندو؟

منهنجي رنگت ڏسي تني، پک توکي
گل بڻڻ جو خيال ٿيو هوندو!

آھہ سڀ ۾ لڪل سندن مقصد
سڏ پڙاڏو نہ هونءَ بٽيو هوندو!

تند سهٽي سنهي مگر بيسود
پاڻ مان چار ڪنهن اُٿيو هوندو!

بس اُهو ڪوڙ هئو ڪناري تي؟
هئو نہ پيو، ناھہ پيو، نہ پيو هوندو؟

شيام پکڙي سڱند پر بہ ڪتان
اوسي پاسي ڪو گل ٽڙيو هوندو!





پوپٽ جهڙي حيات ۾ ڪو رنگ ٿو پريو؟
پڪڙيئه ڪو ڪڙڪبيتو ته ڇا گهر ڏيٺو ٻريو؟

ڪوئل رکي رکي لنوي پنهنجي سياءَ ڪان
تون ڪن ڏئي ٻڌڻ لءِ اِئين ڇو ٿئين چريو؟

دهليءَ ۾ ڪڙڪبيتو ڏنئه رات ٿمڪندو؟
بجليءَ جو ٻلب ٿي ٿو سگهي پٽي ٻريو ٺريو!

سج اُڀرندي ٿي روشني ڦهلائي بي حساب
ڪيتن جي پنهنجو ڀاند پريو، مون به ٻڪ پريو!

ماڻي سگهيو نه حسن ڪوئي ڀي بهار جو
ڪو گل چنڻ لڳو، ڪو ٿيو رنگ تي چريو!

خالي مڪان ڪوبه نه ڪجهه ڀي ڪري رهيو
هوليءَ جي هٺن اڇڻ مان ڀلا ڇا وريو سريو؟

واٽن جا ورَ وڪڙ ۽ اميدن جا لاهه چاڙهه
ساٿي! سفر حيات جو ڪجهه اڪ پٽي ڪريو!

قصو قديم آهي هي سهڻيءَ جو شيام پر
جاڻي ٿي دل ته ڪوئي ٻڏو ڪنن ۽ ڪنن تريو!





خوشنما سپنا جي سانديم ساهہ سان
مونکي آڳاٽا لڳن ٿا پاڻ کان!

شهر جي مندر ۾ هيءَ ماڻهن جي پيهہ
ڪانہ تلسيءَ جي رکيل ڪونڊي ڏسان!

ڏوُپ ٻاري پنهنجي گهر پاڙيسري
منهنجو گهر پرجي وجي سرهاڻ سان!

آرسيءَ ۾ عڪس پنهنجو ئي ڏسي
شور جهرڪيءَ پئي ڪيو ڪجھ دير کان!

وڻ جي آڪاٽي چپيل ديوار تي
ڪيترن ڏينهن کان پڙهندو ٿو رهان!

پوپٽن بابت تہ سوچيو ٻي نہ هوم
مون تہ گل پوکيا اِئين ئي شوق مان!

ريل گاڏي جهنگ ۾ بيهي وئي
هيٺ ماڻهو، جهُنڊ تارن جا مٿان!

شيام گهر موٽيس تي جٺن پاڇن لڙيي
نينڊڙيون پهٽيون بہ چمڪيون گس وٽان!





گونجيو گيت فضا ۾ ڪهڙو،
لوچ جون لهرون سارو آپ هوا!

هردم راڳ هلي پيو، ليڪن
ڪنهن ڪنهن مهل ٻڌي تو ڪوُڪو!

گل گل چوندي پاند پريو مون،
آتڪي پيو پر ڪنڊن ۾ سوا!

دل ۾ چٽنگ اگر ڪا هوندي،
روشن ٿيندو ديپ ڪلا جو!

چانڊوڪيءَ ۾ سائو وڻ پيو،
اي اک، ڪاروسرو ياسي تو!

شيام ڏياريءَ جي شب سانجهي،
ڏيئي مان، مون ٻاريو ڏيئو!





”متان گل چنين!“ رڙ ڪيئہ دور ڪان
اڇي خود پٽي گل ڏنئہ پيار مان!

ٻهاري ڏئي هاڻ نوڪر مڙيو
پٽيانئُس ڪِريا پن ۾ ڪوُنڊيءَ منجهان!

اڳيان تنهنجي گاڏي لنگهي جڏَن وئي
ڪئي ڪوُڪ ڪوئل الائي ڪٿان!

اڏيو ڊنڊ تان ئي تہ آواز رات
ٽپيون ڏيندو ترندو لنگهيو جو متان!

فقط واس چندن جو ڪمري ۾ هو
ملڻ آنءُ آيو هُئُس شيام سان!





سيڪيٰ جي هڪ نگاهہ ۾ ڏسجي سگهي بہ ها
دنيا ۾ ڪوجنا ڪا پلا تي سگهي بہ ها؟

جو موت ۽ حيات ۾ پائين تضاد تو
جا موت ڪانسواءِ ڪوئي جي سگهي بہ ها؟

ڪوئي خوديءَ ڪان دور تي جڳ کي ڏسڻ بنا
معنيٰ سچي صليب جي سمجهي سگهي بہ ها؟

سچ جهڙو جيڪڏهن ڪي هجي ها نہ ڪوڙ ۾
ويسهہ ڪريٰ پلا ڪوئي تڳجي سگهي بہ ها؟

ٻڌندي ئي ڪنهنجو ذڪر تي دل بيقرار شيامر
نالي ۾ ڪي هجي نہ ها اِئن تي سگهي بہ ها؟





سڄو ڏينهن پاتم ڪُڇڻ مان ڪڙائي
مٺي ماٺ ڪان ٿي نہ ڪن رات ڪائي!

ڦٽي تند پوَ ڪان تہ ڪو در ٿي آهي
۽ گهر ۾ هئي بس سُڃي هيڪلائي!

ڏڇي مُنهن ڏسڻ لاءِ ڪنيم آرسي، پر
مونکي پنهنجي صورت نظر ٿي نہ آئي!

جتّي ڪهڙو پيرن جي هيٺان نہ ڌرتي
اڇي موت رڪ پيي هوا ۾ اُڏائي!

سمهي پئي سگهيس پوءِ ڇا لاءِ جاڳان،
سُمهيس، ننڊ ليڪن اڇي پيي نہ آئي!

ستارن پري رات ۾ شيام جاڳي
شڪايت انڌاري جي آهي اجائي!





سج ساموهن جئن ڪڪري آئي
چانوَ تڏي پي سرڪي آئي!

لهر لهر سان ڏڪبي آئي
ڪانڌ ڪپر ڏي چڪجي آئي!

بونُد بونُد سان ملندي ملندي
آخر بڻجي چولي آئي!

چنڊ اولهه ڏي سج اڀرندي
ڪيتَ ۾ بيٺي سانجهي آئي!

پاڻ منجهان جئن پاهر نڪتس
ڪئن نه اُفق پي سرندي آئي!

تنهنجي مرڪ جي گهيري مان دل
نِڪتي مس جو موٽي آئي!





قسمت ٻٽائي جنهن ۾ ٻئي خالي هٿين هجي
اڄ خالي خالي روح ڪٽي جوڙي زندگي!

تون ئي ٻڌاءِ آهه رکيو ڇا خيال ۾
جيڪي ڪيئن اهوئي ڪ اُن کان وڌيڪ ڪِي؟

ڪيڏي اُمنگ ۾ اچي مون گل چني ڪنيو
دل ۾ ڇا آنڌماند تي ٺاري ٻُسي ڏسي!

چمڪڻ لڳي تي اُس جِتّين پاڻيءَ جي گود ۾
موجودگيءَ ۾ تنهنجي ٻڪي منهنجي زندگي!

اڄ 'شاهه جي رسالي' تي نظرون ڪُپي ويون
موتي صدين کان پوءِ تي چڻ سنڌ مون ڏني!

جتّن ٿي بتيءَ جي سُئچ ڪٽي آف شيام مون
ڪمري جي فرش تان وئي جهٽ ڪسڪي روشني!



○

ڪڏهن اڳ ۾ نہ ڏيکاري هئي تو بيوسي اهڙي
ٿيئہ محسوس شايد پاڻ ۾ ئي ڪا ڪمي اهڙي!

چپن تي مرڪ، دل ۾ غم، ۽ دل سرهي، اڪيون آليون،
سَنو آهيئَي غم اهڙو؟ ڪڏهن ماڻيئہ خوشي اهڙي؟

خوشي پنهنجي بہ پنهنجي دل مٿان هڪ بار مون ڀانئي،
ڏکاري شڪل دنيا جي هئہ ڪڏهين ڏٺي اهڙي!

ڪري قربان جڏجي آڻ پچينو هيءَ زندگي جنهنَ تان،
اچي تِي زندگيءَ ۾ بي بها هڪڙي گهڙي اهڙي!

هجي جا ڪاڻ خوبين جي ۽ عيبن ڪان بنهہ آجي،
نہ پنهنجي شاعري آهڙي نہ پنهنجي زندگي آهڙي!

○



اي شور ڪاڏي دنيا، چپ پي ذرا ٿِئين ها
ڪجھہ اڻ چيل ڪي چئجي گونجڻ تہ ڪي ڏئين ها!

هڪ هڪ سوال جا هت ڪيئي جواب آهن
سوچين ها، بحث بدلي خاموش ٿي ٿئين ها!

آئين بين جي سامهون ۽ ڪين خوب سمجھہ
پنهنجي اڳيان ڪڏهن تون خود پاڻ ڪي ٿِئين ها!

ڪوئل جي لات وانگر ڪي گل جي رنگ بوُ جان
هستي چِٽي مِونکي پيي اي زندگي، ڏئين ها!

سنڌو ۽ سنڌڙيءَ جو ويٺي خيال آيو
اي اڪ، ملينءَ نہ دل سان ڳوڙها نہ هٿَن پئين ها!

تو روح کي بدن کان ڪٿَن شيام ڌار ڀانيو
هٿَن روح ڇو مري ها جي جسم سان جِئين ها!





ويندي تيڻن منجهہ لقاءُ
ورندي سر ۾ هئو سوداءُ!

مون ٿي دانهن ڪئي، ليڪن
ڪنهنجو ڪنهنجو چٽڪيو گهاءُ!

ڳوٺ ڳوٺ منهنجو ٿي ڳوٺ
ماٺهو ماٺهو منهنجو ڀاءُ!

ڳل تي تنهنجي منهنجي ديد
هڪڙي سَنڌ ۾ ٻي ورجاءُ!

قسمت، داءُ لڳي نہ لڳي
پر ٻہ ويو جو هٿئَون داءُ!

ساهہ جي ول، ڳل لفظن جا
تقرير چنگيءَ جو چا تہ هڳاءُ!

جيڏو موت جو سناٽو
ايڏو جيون جو پڙلاءُ!





جيڏانهن ۽ جڏهن بہ هليس جنهن بہ جاءِ تان
هر بار بي ارادي لنگهيس تنهنجي در وٽان!

اُپ هيٺ وقتُ جاءِ تہ هر ڳالهہ لاءِ پر
مرڪي نهاري ڪو کِلي ڳالهائي تو جيان!

جٿَن جٿَن ملان پيو ساڻ تو تولءِ وڌي اُڪير
ور ور ڪري پيو هِہ تو تولءِ ڏِسيو ڏسان!

پڇتاسين ڪهڙي ماڳ وڃي جا پڇي ڪندين
ها، پڇ تہ هن سفر ۾ لنگهياسين ڪٿان ڪٿان!

اَڄ ڏرتتيءَ ۾ پنڌ ڪندي ياد تي پوي
ساعت، لنگهيس جا تنهنجي نگاهن جي ڇانوَ مان!

ڪولي دري مون پر نہ هُئُم انتظار ڪو
بس آئي هير پاٺمرادو گهِڙي اُتان!

توکي ڏسي تي شيام تپسيا ڦڪي ڦڪي
هٿَن روح ۾ جٿڻ ۽ جڙيل روح جسم سان!





تنهنجن شعرن مان پٺي هر هر جهاتي پائي مرڪي جا
اک جي ميڙيل، دل جي سانديل سونهن ڪٿي اڄ آهي سا؟

پريت ڪان پاڻ پليئہ تہ سهي پر ڪهڙو جڳ ۾ جس پاتئہ،
هاڻي ڪهڙا سک آهن، جي اڳ ۾ بس دک ئي دک هئا!

باھہ دکي پر ڪينڪي پچري دونهين دل کي ڪاراٽيو،
ان روشن آئيني ۾ مون ڪيڏا اُجلا عڪس ڏٺا!

دل کي خوف اهوئي، ڪوئي ننگو ڪين ڏسي نہ وٺي،
پاتم پنهنجن ويچارن کي لفظن جا رنگين وڳا!

هر گذريل پل سونو پل ۽ روشن هر پل جو ايندو،
ليڪن ڪاري ڪوڙي پاسي گهڙي هنئر جي آهي جا!

متان موت کي ننڊ سڏين، ڪا جاڳڻ جي نہ اميد جتان،
ننڊ ڪڏهن بہ نہ بند ڪيا هئا خواب محل جا دروازا!

سڙي چارُ تٽي تنهن ڪان اڳ ۾ پڙڪي شعلو ٿيندو شيام،
ڏينهن بہ ڏيندو تاءُ تکيرو ڪندو اُجالو ويرم ڪا!





سچ بنياد آهه سپنن جو
پوءِ به مانداڻ هي تہ ناهہ سچو!

ويئي سپنن جي سونهن من موهي
پر انهيءَ جي پنيان اجا ڪجهہ هئو!

جسم ۽ روح ڌار ڌار ڪندين
پوءِ نہ ماڻهو نہ ديوتا رهندو!

آڻ ڏنل کي بہ ڏس اکيون ٻوٽي
اک پٽي تو ڏنل گهٽو ٿي ڏٺو!

روح ريجهايو انقلاب جي خواب
پر حقيقت ڪيو بدن بہ جڏو!

صبح سيڪجهہ ڏڪيل هو پاڇن ۾
هاڻ منجهند جو ناهہ ڪو پاڇو!

تو مونکي ۽ مون توکي ڳوليو پئي
ڪو ٻنهي مان ڪٿي تہ رهجي ويو!

تنهنجي هر ڳالهہ کي ڏنم ردڪد
پوءِ بہ چاهيم هجين تون شال سچو!





وقت ۾ جي پيو به ڪي ناهي
ڇاڪون حد وقت جي ملي ناهي؟

زندگي زندگيءَ لءِ آئينو
موت جي شڪل ڪنهن ڇتي ناهي!

پاڻ ڪي پاڻ ۾ ڇڏيئہ ڪوهي
پنهنجي سڌ ڪنهن کي اِئن پئي ناهي!

دل ڪي آهن دليل پنهنجا ئي
عقل کي جن جي ڄاڻ ئي ناهي!

هيڪلائيءَ ۾ پئي هو گڏ ڪوئي
ڏار ئي مون گهڙي به جي ناهي!

تياڳ سنسار جو ڪريان ڪهڙو
منهنجو سنسار ۾ تہ ڪِي ناهي!

شڪل پنهنجي ڏسي نہ ٿي وياڪل
سچ تہ هر آرسي سچي ناهي!

ماڻئي آهي، پوڳئي آهي
اِئن تہ محدود زندگي ناهي!

آدمي آدميءَ جو آئيندو
شيام ڪَل ڪيس حال جي ناهي!





چانوَ ۾ تنهنجي نگاهن جي هُنم گهاريون گهڙيون
ڪامندڙ هن زندگيءَ جون سي ٿي ٻاجهاريون گهڙيون!

اوُچي ٽاريءَ تي ٽڙي سونهري چمپڪ جي ڪلي
دوُر هوندي يي انهيءَ تي منهنجون هيڪاريون گهڙيون!

ڇا ڇوان هيءَ زندگي، هيءَ زندگيءَ جي بيوسي
گهارڻيون پيون ڪڏهن پنهنجون سڌي ٽاريون گهڙيون!

'اڄ' اُها آهي 'سياڻي' تانگهه جنهنجي ڪلهه هُنم
ڇوڄ واريون ڪٿن نه آيون ٻڌجي ويچاريون گهڙيون!

هاڻ اونداهيون گهڙيون ۽ تنهنجو اوسيئڙو آتم
پٽڪندي مِن هُن لءِ ويون روشنيءَ واريون گهڙيون!

جنگ جون ڪاريون پيانڪ ٿي هيون راتيون اُهي
نرم جهرمر سان ٽي تارن جن جون سينگاريون گهڙيون!

ننديڻ ۾ شيام گهاريم جي ڪلفتن ٻيچ تي
اڄ به تتَن پُرشور اوپاريون ۽ لهواريون گهڙيون!





دل ۾ باھہ دُکي جا آھي جي نہ ڪوئي ٻيو ٺاريندو
آب اکين جو ڇڙڪي ڪوئي ياري ڀنيت ڀاريندو!

ڪيسين تائين تڪيندين ويٺو، هي سنسان سُتل راهون؟
تنهنجن قدمن جو آواز او راهي، ڪين اٿاريندو!

چاهت جي پڙيانگ ۾ ويهي جي ڪو راڙ مچائيندو
ٿيندو پڙاڏو چرڪَ پريندو پاڻ کي ئي ڏيڄاريندو!

جنهن نہ بهار جا سپنا سانديا پارن وارن ڏينهن ۾
آخر ڦاڳ ۾ سو وڻ. ڪهڙا ڳؤنچ نوان ڏيکاريندو؟

رات انڌاري ڀات هئي، پر ڇٽني پاسي شور ٿي شور
سُتَ نہ هئُم هي شور اکين ۾ هيڏا روپ اُجاريندو!

ڪنهنجي ڏيان جي ڇانوَ بنا ۽ ڪنهنجي آس جي اُس ڏاران
هن دنيا جي تتيءَ تڏيءَ ۾ شيامر ڪوئي ڪٿَن گهاريندو؟





چو چرڪين جي آهٽ تي ڪا ايندي آهي اِئن نہ قضا،
در جي ڪڙڪي تي نہ اُٿي وڃ، آهي ايءَ رولاڪ هوا!

رات ڪِڙيو هو چنڊُ، انهيءَ جو عڪس ڪِريو اِئن دريا ۾،
لهرن اُن لئہ پاڻي ڇاڻيو تان جو سڀ تارا بہ ٻُڏا!

ڪهڙو شهر هي، ناھ جتي ڪا جاءِ نہ ڪي رهندڙ آهن،
هلچل ۾ پر هيڏي هوڏي آهن پاڇا ئي پاڇا!

پيرن هيٺان پاڇو پڇري اهڙي نٿهڻ اُس آهي،
آئي لهس لباس کي آئي لڳّ جلي رک ڇاڻ ٿيا!

منهنجي جهوليءَ ۾ هيءَ آهي ڏوڙ سُکن جي ڏينهنِ جي،
وقت ڦري چو واچوڙو تي، نيٺ ڏنو اُن آهي چا!

شهر ۾ هت هت شخص اُهي جي مورت جئن گنيير لڳن،
پنهنجي اڳڻ ۾ سي تہ ڪڏهن ها نچڻا ٽپڻا بار لُچا!

شيام اڪيلو ويندي ويندي بيٺس ڇپي ڇپي تي،
ايڏي پيڙ هُئي رستي تي هئي وڏڻ جي جاءِ نہ ڪا!





مُرڪندي ڪِٿُن تہ جِتِنِ جسم جَڏا جيءَ جهريا
ڪنهن ڪڏهن پنهنجي خوشيءَ لڙڪ وهائي تہ گهريا!

ننڊ کي ڪات هڻي خواب ڪٺي ويو ڪوئي
چاندني رات جون سنسانُ گهٽيون، نيڻ ڦريا!

نيٺ تارا ويا هڪ هڪ ٿي پُڏي، ٻاک ڦٽي
ڏوڙ آهستہ اُڏامڻ لڳي، رستا بہ چُريا!

مان زماني جي انهيءَ باغ ۾ پهتس، جنهن ۾
چيا تہ ڪنڊن جو هئو شانُ گلن ۾ تي ٽُريا!

دلڪشي آهہ نگاهُن ۾ نَوَن چهرن جي
هانءَ ۾ شيام پُراڻا ڪي مهانڊا بہ هُريا!





اڄ نہ سهي پر هڪ ڏيهاڙي
جڳ کي مَتبو موقعو تاڙي!

’هيئَن نہ ٿئي ها‘ تي جو سوچي
آهہ ٻٽي جا سا بہ بگاڙي!

چمڪي ذهن ۾ هلڪي دل ٿئي
سچ کي مُنهن ڏي سپنا ساڙي!

پير پريا اهڙا پڻ پنهنجن
مرڪڻ بيٺا قولُ لتاڙي!

ڪاغذ جا گل مالهائن لءِ
سوين ڪٽيائون باغ اُجاڙي!

ڙي پاڇو، هي ڏيهہُ اُسن جو
متان ڪو نِڪري متي اُگهاڙي!





روشني اهڙو وئي جادو ڪري
ٻاٽ اوندهہ سان وئي ڪمرو ڀري!

پنڌ ڪيڏو بي خياليءَ ۾ ڪيُم
بي ارادي ڪيترو پهتس پري!

نرم خوشبو سان فِضا مهڪي پئي
واءُ شايد ڪو نئون جلدي وري!

هوس جيڪي تنهنجي لاپَرواهيءَ ۾ هوس
تنهنجي ويجهو هوس يا توکان پري!

هيڪلو سج ڏي مونکي ويندو ڏسي
پنهنجو پاڇو ئي رهيم پيڇو ڪري!

جي هجي ڪوئي ڇپر ڪا ڇانوَ تئي
ڏرتتيءَ جو ڪوئي سِرَ تي هٿ ڌري!

ڏيان تيسين ڇو پتنگن ڏي وڃي
شيام جيسين سج لهي، ديپ ٻري!





عزت اتم ايتري بيشڪ نہ ڪٽي
ويچار ڪان پر تُنهنجي متي آھہ گهٽي!

ڳڻ ڳوت ڪي تو علم جي نعمت سمجهو
پر عمر ملي ڪيتري ايءَ ڳڻ نہ ڳٽي!

ٿاري تي لڏي لاڏ منجهان قول جهلي
لوڏن ۾ ويو قول ٿي پن پن تي ڇٽي!

بجڪو نہ مونکان پنهنجو متي تي تو ڪجي
ضد توڪي تہ تنهنجو بہ هلان بار ڪٽي!

لِک شعر مگر سوچ نہ اوُنهون اِئن، جو
دنيا جو پسارو بہ پوي ٽُبڪو بٽي!





مَليل هر مُنهن تي آهي رنگ رولي
اجوڪي زندگي بهروُپ هولي!

نہ سمجهي ڪوبہ، جي سمجهي لڇي ٿي
حياتي پروليءَ ۾ ڇڻ ڪا ٽٽولي!

وِهائوءَ ڪان وٺي دل دوُر ٿيندي
ڪَٿين راتيون لنگهيون ڪنهن اک نہ ڪولي!

اڪيون پوٽي، سُجاٽي سَڏ هليس پٺي
اِٿين شور ۾ پٺي منزل مون ڳولي!

نہ جنهن تي چنڊ چمڪي، مان تہ اهڙي
انڌاري رات ۾ دريا تي ڇولي!

شفق ڏسندي ويو ماحول وسري
وري مون شيام اک اوندهہ ۾ کولي!





ڪِرڻي ڪِرڻي تي ڪٺي صبح پُڇيا:
دل جي ڪنڊڪي ۾ ڪُليل آهي ڪا؟

مون تہ ڏنڌي ۾ ڏٺو تارن ڪي
مون ڏٺا ها اُهي جڏهن اُڀريا ها!

صبح جو پيدُ پدائي تہ وٺين
بس لڳي رات جي چورا ڪورا!

ٿيو جيڪي بہ ڪنارن تي ٿيو
موج پنهنجيءَ ۾ وهيو پئي دريا!

گهرو سناٽو ڪنبي ڪٺن نہ رهيو
ننڍ مان ڇرڪي اُٿيو ڪوئي ڇا؟

هڪ سُڪل پن ٿي ويو دل ڪنبي
ڪيس ڪنبي تي وٺي جيئن هوا!

ڏيان منزل جو ڪندي ياد پئي
مون ڪٺي واٽ ۾ ويساهين جا!

شهر ۾ شيام سدا مليو، پر
هرڪوئي پاڻ ڪي ڀانئي تنها!





اُس نہ تِکي ڇايا بہ ڇڏي
جيون جي سا آئي گهڙي!

مون نہ اڳي محسوس ڪئي
ايڏي سانت پري سانجهي!

رنگ رتي سرهاڻ ملي
پر نہ سگهيو گُل حاصل ٿي!

ڪنهن لئہ سِڪندي سال ڪَٽيا
عمر اِئين پئي ڪجهہ گذاري!

پنهنجو چيٽ نہ جي موٽي
اڄ ڪنهن ڪوئل لات لنئي!

آمهون سامهون ڪِن پہ هُئين
وات اسان جي هُئي اُبتي!

سنڌو لهر جي ناهہ ڪٿي
لهر تہ آهي سنڌوءَ جي!

گل اِئن سوچي شيام تڙپيو
ڪنهنجي اک تہ مَتِس پوندي!





وڃائي پيار جي نظرن جو اعتبار ڏِٺم
هَوَس جي چوٽ لڳل دل کي داغدار ڏٺم!

عجيب آهه سراسر هي زندگيءَ جي اُفق
اِتي اُمنگ جي جهرمر اِتي غبار ڏٺم!

يرم هُتم ته وساري ڇڏيو آٿس، ليڪن
مليو ته پاڻ جيان ڪيس بيقرار ڏٺم!

متان اچي ڪٽي، در ئي ڏٺم نه اک لاتم
چوڻ بنا ئي ڪري اُن جو انتظار ڏٺم!

اکين کان دوُر وڃي هوُ نظر نه آيو وري
جڏهن جڏهن به ڏٺم ڪيس پهرين بار ڏٺم!

مِٽي مِٽي نه مِٽي شيام ڪنهن طرح دوُري
هليس ته پاڻ سان هلندو هي رهگذار ڏٺم!





مونکي هيساءِ تہ تون موت جو پاڇو بڻجي
جيءُ جرڪاءِ اچي، آءُ اُجالو بڻجي!

ڏيانُ ماضيءَ ڏي ويو اوچتو اڄ اٿن، گويا
ڪوئي ڪنڌن تي ڊُڪي پيرين اُگهاڙو پڄي!

هاءِ نظرن جو اگهڻ رات نہ روشن تي سگهيو
آنسوُ آنسوُ رهيو پلڪن تي ستارو بڻجي!

گرچہ ويساھہ جي منزل جي هئم ڳولا، پر
جو بہ ورتم سو پيو وهم جو رستو بڻجي!

زندگي تلخ بڻي پيار جي ميناج بنا
ڪيڏي تنهائي، پوي هوند ڪو پنهنجو بڻجي!

آھہ دنيا جو مَتو ميڙو ڳُجهارت اهڙي
جنهن پروڙڻ جي ڪئي وينو اڪيلو بڻجي!

رات ڪنهن حادثي ڪان پوُئي رهي دل، ليڪن
هيِر گهُلندي ئي رهيو غنچو نہ غنچو بڻجي!

پنهنجو رستو نہ سگهيو شيام بڻائي افسوس
پيڙ ۾ نيٺ ويو پيڙ جو حصو بڻجي!





ٻيل وڏو اِنسان کان اِنسان جو ٻاچو ھُجي،
وقت ٻيرڪڻ لاءِ سچ جو ڪجھہ تہ اندازو هجي!

ڳل ڪرڻ منهن مان ڪوئي تارو تہ جي اک مان ڪِري،
رات اونداهي سهي هر پل سندس سُرهو هجي!

ويهہ اوندھہ ۾ نہ موڳو ٿي، دري ڪولي تہ ڏس،
ڪو ڪٿي مشعل متان گهر ٻاهران لنگهندو هُجي!

رات ساري هر طرف تولئہ ڏِٺا ٻاري رکيم،
دل چيو کهڙي خبر شايد ڪٿان ايندو هجي!

بس ٽٽڻ وارو ٿي آهي صبح، پَر ڪنهنکي ڏسيان؟
شيام، اوجاڳيل هجي ڪو، ڪنهنکي اوسيئڙو هجي!





هُئا ٻاهر تہ ستائڻ وارا
پر جي اندر هي تپائڻ وارا!

ننڊ پٿر جي نگر ساري کي
گهنڊ مندر ۾ وڄائڻ وارا!

عڪس آواز جو ڏسجي تہ نہ تو
تنهنجي فوٽي ۾ او ڳائڻ وارا!

پنهنجي نظرنَ کي چمڻ تا چاهين
نظرون ڪنهن ساڻ ملائڻ وارا!

رات جا پل تہ هئا خود منجي
شام کي صبحُ بڻائڻ وارا!

چاڪوُن هر وقت اُگهاڙا ٿي لڳن
نت نوان ويس مَٽائڻ وارا؟

’هئن نہ ٿئي ها!‘ تي ٿي سوچن وينا
شيام ماضيءَ کي گنوائڻ وارا!





رات جي پيڙ سمائي جيءَ ۾
صبح بينو کو هيو ڪڙڪيءَ ۾.

قول تي کو تہ منجهانئُن اُيري
خواب ڪيڏا نہ مليا منٿيءَ ۾.

زندگي پيڙ اجا پيڙ نئين
ڏس نہ هن گهاوَ جي گهرائيءَ ۾.

ڪن بہ بادل بہ هُٽي چانوَ ڪئي
سُڌ نہ پئي ڪا اُس جي گرميءَ ۾.

تِروِري مثل ڪنبي هانءُ رهيو
ڪجهہ تہ هو ذهن جي اونداهيءَ ۾.

سوچ جي لهر ڪُنن ۾ نينڊَءِ
پَهَڻ اُڇلائين تہ تو پاڻيءَ ۾.





پيچ پنيءَ جي خاموشيءَ ۾ سِسڪيءَ جو آواز،
ڏيان جا ڪنبي ڪنديڙي ويو، ڪٿي سوچ ڪري پرواز؟

هي ديوارين تي آئينا، هرڪو ايئن پڇي:
عڪس ويا ڪيڏانهن سي جن تي هن گهر ڪي هو ناز؟

ڪيئي پيرا پاڻ ٿي پنهنجو در مون کڙڪايو،
مون پٺي پاتيو آندران ايندو منهنجو ئي آواز!

جي تون ڪين چوڻ کان مُڙندين پڇتائيندين پيءِ،
زهر هلاهل چاڻ، چپن تي آڻ نه دل جو راز!

دوکو ڏيندڙ دوکو ڏيئي گردن هيٺ ڪئي،
تنهنجو دوکي کائڻ جو چا شان پريو انداز!

ڪوئي سُر ڪنهن ريت ڏسڻ ۾ آيو ڪونه مونکي،
پردو سيري، جهاتي پائي، شيام ڏٺو مون ساز!





آهي صرف پٿَڻ جو نانءُ،
پياس ڪَنان ڪَنِ، خالي ٿانءُ!

سرخ صدائون، زرد سڪوت،
صبح جو چهرو، شام جو هانءُ!

گهر جي ڀِتِ چِت ڊِڪيو آتم،
ٻاهر ٿيندس ننگو آنءُ!

راحت جي ڪِن ڀاري ٿي،
ماڻڻ جو نہ هٿو ڪو ڏانءُ!

وائي، دوهو، بيت، غزل،
هر ڪو تنهنجي غم جو نانءُ!

دل ۾ دُک تہ بہ مُنهن تي مُشڪ،
ڪنهنجي سات ڏٺڻ جو ڏانءُ!





هوُ جو اڳ هو هاڻ ڪٿي سو
پيچو پاڇي جو اي دل، ڇو؟

شهر سڄو ئي دَز ۾ دونُهون
کهڙا ڪپڙا، ڪنهنجو ڇهرو؟

ڪنهن جي دلاسي رهبو ڪيسين
اُٿبو هاٿي اڳتي وڌبو!

منزل پاڳن ساڻ ملي تي
مشڪل ساڻ مليو مس رستو!

ايڏو بارڻ بارِ نہ دل ۾
ان کي تؤ ڏي هلڪو هلڪو!

نيٽن ۾ مون لڙڪ لڪايا
تنهنجي پَلَوَ تي ڪو حق منهنجو؟

سچ پي نڪتو هل گهر موٽي
شيام چريائي چنڊ جو پيچو!





صبح تيڻ ڪان اڳ بيداري،
اونداهي اوُنده چوڪاري!

منزل نوُر جي منزل هوندي،
ليڪن راهه ته آهه انڌاري!

منجهند جو اُس لُنءَ لُنءَ ساڙي،
رات وسي پئي اونده ڪاري!

ڪنڊا پهڻ نه پيرن هيٺان،
ليڪن رڻ جي ڪومل واري!

شيام ٻُڏس پئي ساگر اندر،
لهرن واري هيءَ ڌ يڪاري!





ڪنھنجي مَھڪي فِضا ۾ رعنائي؟
رات تارن شُگِند ڦھلائي!

ڪو ڪلڻ ڪو رئڻ ۾ غرق ٿيو،
پنھنجي پنھنجي ٿي دل جي گَھرائي!

توڙهئين ساڻ تہ بہ سِڪيُس تو لئہ،
تنھنجي پر ۾ بہ تنھنجي سار آئي!

دل گھٽو ئي گھُريو نہ تہ بہ ھرگز،
التجا ڪا زبانَ تي آئي!

ھِتي ڳولين ٿي جنھن ڪي، چانڊوڪي!
جاءِ ان صبح آھہ بدلائي!

شيام چاھت وڌائي جيڏِي مون،
دل جي ايڏي وسيع تنھائي!





ڪڏھن ڀُلجي بہ ڪائي ڳالھہ تو چوري نہ مون چوري
ملياسين ڪيئي ڀيرا پر اسان ويھي نہ دل اوري!

اڳيان ايندو ڏسي توکي ھٽي بينس تي پاسيرو
لڪي توڏي نھارڻ جي نہ جٺن پڪڙي وچي چوري!

اُتي محفل منجھان تنھنجي ھُٺم جلدي وڃڻ جي، پر
بھانا پڻ مون ڳوليا دير جٺن ترسي سگھان توري!

اکين حجت ڪئي توکان بہ آھن سرس سھٽا ٻيا
ميجي دل ويئي، پر اِن ڳالھہ لاتي جيءَ کي جھوري!

ٻنھي جي لاءِ ساڳيو ھو برابر ھجر جو صدمو
مگر ان صبر تنھنجي تان تہ منھنجي جندڙي گھوري!

ھنئر تنھنجي وڇوڙي جو نہ پر تنھنجو ئي ڏک آھي
سھي صدما محبت ۾ سيائي تي ڇو دل ڀوري؟

ڇو پٿر مان تي فنڪارن تراشيون مورتيون ھيڏيون
نہ جي ڪنھنکي ڏسڻ ۽ ڪنھن کي پائڻ جي ھُئن لوري!





درد جو ڏهرو دانُ، سين لءِ هڪجهڙو
عشق جو هي احسانُ، سين لءِ هڪجهڙو!

تو ئي نہ پنهنجو پير وڌايو رستي تي
پنڌ نہ هو آسان، سين لءِ هڪجهڙو!

ڪنهنجي اکين ۾ آب چپن تي ڪِل ڪنهنجي
ناهي دل جو بيان، سين لءِ هڪجهڙو!

هلڪو پنهنجو هانءُ ڪري ڪئن ڪنهن وٽ ڪو
سوُرن جو سامان، سين لءِ هڪجهڙو!

تڪيو ڪنهنڪي شمع تہ ڪنهن ڪي تارن جو
راتين جو امڪان، سين لءِ هڪجهڙو!

ڪنڊن تي ڪي پير ڪي گل پيرن هيٺان
گلشن جو ارمان، سين لءِ هڪجهڙو!

منزل جو آواز پيو ڪَنِ ڪنهن ڪنهن جي
رستو هو سنسان، سين لءِ هڪجهڙو!





سونپيو پاڻُ تو ماڻُ رکي
منهنجو هٿ نہ سگهيو سمجهي!

ڏسندي جاڳيو درد مگر
دل نہ اکين تي روڪ وِڌي!

اوندهہ وياڪُل کمري ۾
چِتِ تي بي سُڌ چاندوڪي!

اڄ ٿي ڪوئي ڏار ٿيو
اڄ ٿي چوڏس رات هُئي!

هِير سباجهي! ٿڦڪي ڏينم
جاڳيو آهيان رات سڄي!

آهہ رئڻ لئہ عمر پُتيان
هُن جي سامهون وٺ مرڪي!

تنهنجي ڏسڻ لءِ واجهايم
تنهنجي سامهون اک نہ کڄي!

تنهنجن پانهُن جو گهيرو
تن، مَن، روح ويا گڏجي!





ٻاهر آهي ڪو طوفانُ،
ڇاڪون ورنہ لُڏيو گلدان؟

شبنم جي ڪڻ تنهنجو ڌيان،
منهنجي پيڙا ريگستان!

آخري منزل آهي ڪُفر،
ڦريون ڏاڪو هو ايمانُ!

ذات صفات جو سوچج پوءِ،
ڦرين ڳول تہ ڪو انسانُ!

ماڻهوُ ٻڌجي رهڻ نہ ڏئي،
پنهنجي اندر جو حيوان!

سر تي سج بہ چڙهي آيو،
پوءِ بہ اُجالي جو نہ گمان!

واٽهڙُن جو سُڌ نہ سماءُ،
رستو سارو ٿي سنسان!

دل جو جاڳڻ هو دشوار،
تنهنجي درد ڪيو احسان!





مليون نگاهوُن جڏهن چال وقت جي بہ رُڪي
يُگن جي بار ساڻ ياري اُها نفيس گهڙي!

هُيون اکين جي اڳيان روز صورتون ڪيئي
تڏهن بہ دل جي اڳيان هڪ ئي روُپ هو اڄ ڀي!

وِڏيون تو وقت کي ڏينهن جون ڇو هي زنجيرون؟
ڏسينس هاڻ ڇماڇم ڪري رهيو ڊوڙي!

نہ اُپ ۾ آهہ وهائو نہ لُڙڪ نيڻن ۾
ٻُڏايو، آهہ اڃا غم جي رات ڪي باقي؟

ٻِيَن جون اوچوُن پٽيون ئي ڏسي لٿس ڇت تان
چڙهيو هئس تہ اڃان ٿو مان شيام چنڊ ڏسي!





جهيڻو هڳاءُ، هُن جو پڪو ڏيان ڪيترو
جوڳي اُتي ٿيو هو پشيمان ڪيترو!

ڪا ڪِن تہ دل وسي تي وئي ڪنهن کي اڄ ڏسي
پنهنجي نظر تي مون ڪيو ايمان ڪيترو!

خوشبوءُ پريءَ هوا ۾ پريل ڏوڙ پيي هئي
ٻوٽيون مون خود اکيون تي پريشان ڪيترو!

اُن آخري نگاهہ ۾ ڪيڏو نہ درد هو
منهنجي خوشيءَ کي ويندي هو ارمان ڪيترو!

اُن ۾ رکيل هيا جي ڪمائل ٿي گل هيا
چمڪايو هو ۽ پر اُگهي گلدان ڪيترو!

هر دردمند واسطي همدرد ٿي پيو
پنهنجي خوشيءَ لءِ شيام هئہ حيران ڪيترو!





هوا جو ائين ڪوئي جهوُنڪو لڳي ويو
مگر بند دروازو جهٽ ۾ کُلي ويو!

لڪيو ناںءُ ڪنهنجو تي مون پنڪڙيءَ تي
آلا گل جي سيني ۾ ڪنڊو چڀي ويو!

ڪٿي ٿارچ ڪلهہ رات ڪوئي لنگهيو ڪو
بہ تي منٿ روشن ڪندو هيءَ گهٽي ويو!

رکيو پير سنسانُ رستي تي مس مون
جو پاڇي ڪان آواز منهنجو ڊڄي ويو!

هنئر ياد پنهنجي بہ اِئن ايندي آهي
ڪو پنهنجو هئو جو مونکان بس رُسي ويو!

آلا رات جي خامُشي شيام گهري
مونکي سڏ ڪري ڪو اِئين سانت تي ويو!





ڏيري ڏيري لهرن کي اِئن واريءَ پي ويئي
بس دريا جي هر شادابي تي رڃ ڇڳي ويئي!

پوپٽ جا چچريل پَرَ نڪتا جڏهن مون مُٺ کولي
رنگ جي دولت پانيم پئي هٿ آهم اچي ويئي!

عڪس نزاڪت جو نہ بڪيو اڄ آئيني ۾، ڇو؟
تنهنجي دل پڻ پٿر جان بي حس بڻجي ويئي!

سر تي ڍوئي آوازن جي هڙ، هيڏي ساري
دهليءَ ۾ دل خاموشيءَ جي واٽ وٺي ويئي!

پٿر جي چپ جنهن سان تون سر ٽڪرائي موٽئين
فنڪارن جي هٿ لڳندي ٻي تي ديوي ويئي!

ڪنهنجي دانهن هئي جنهن دل کي شيام ڇڏيو جهوري
مونکان پلجي علم عروض جي ڄاڻ سڄي ويئي!





مون جا چوري تند انهيءَ جي جهيٽي جهيٽي جهانءِ
ان وانگر اي ساٿي، لڇندي جيڪر دل بہ ڏسانءِ!

آنءُ تہ هڪ آواز، فضا ۾ گم تي ويندوسانءِ
منهنجي ملڻ لئہ پوءِ گگن ۾ واجهہ وڌا وجهجانءِ!

بس ۾ ڪي بس جي ٿيڻن مان ڦِرندي گذري وقت
هي گهر، دفتر، روڊ، نگر پَر من نہ ڪٿي ترڻانءِ!

ڏينهن جي گهاٽي جهنگل ڪانپوءِ رات جي اونهي ڍنڍ
هُن مان پاڻ ڇڏائي، هن ۾ پاڻ کي غرق ڪجانءِ!

رات اڪيلائي ۾ تون پئي جاڳئين دير
پنهنجي مُنهن سِر پاڻ سان ناتو جوڙيندَ ويني يانءِ!

درپن جان خاموش تون، درپن تنهنجي خاموشي
شيام ڏسانءِ، ڏِسي جي ڪجهہ پڇانءِ بہ تہ ڪيئن پڇانءِ؟





کير ساگر مان نہ کو جل نڪتو
مون ولوڙيو تہ هلاهل نڪتو!

گهر چڏي چانوَ ۾ وڻ جي ويٺين
جهوُنو جهولي جو نہ سيتل نڪتو!

تو چِئي قول ڪيو هئَن پن پن
ان منجهان کهڙو پلا ڦل نڪتو؟

رنگ جي پردي ۾ جيڪو نہ ڏٺم
باغ ئي باهہ ۾ ورتل نڪتو!

وينو تنها جو هيو شخص پريان
سو اُتڻ ساڻ تہ هلچل نڪتو!

وهسندي ڪي جو ڪيائين ڳالهيون
شيام ڪنوٽين پريو بادل نڪتو!





بهار آهيم هَٿِ وَس جا تو ڏيکارڻ اُها چاهيان
پنن تي سبز وڻ، رنگينُ گل وينو چِتي ٿاهيان!

جڏهن گهر جي اڪيلائي گهٽو وياڪُل ڪري دل کي
پٽين تي چاڪ سان شڪليون ڪڍي هر هر اُهي ڊاهيان!

ڏسي هي ڍير پٺر، رات جي چپ چاپ ۾ اڪثر
جهلي سگريٽ هٿ ۾، پيو تڪيندو چنڊ ڏي آهيان!

اُتي اڌ رات جو، هٿ پاڻ کي لائي ڪَيَم پڪ پئي
ڪٿي ڏينهن جو وساري پاڻ کي آيو تہ مان ناهيان!

رهيس اڻجاڻ گهرائيءَ کان پنهنجي مان تہ اڄ تائين
چڙهيو سينور جو دل جي سطح تي، ڪهڙي طرح لاهيان؟

نہ جنهن مون ڏانهن رستي تي نهاريو اڪ ڪٽي پورو
انهيءَ جي گهر ۾ ڳالهين جو بہ مرڪز مان بڻيو آهيان!

نہ هُن جي لاءِ ترسي شيام، آيس مان هليو، ليڪن
مونکي سُڌ آهہ ڪهڙيءَ دل سان آيو مان هليو آهيان!





وڻڙيا ڪڪر، سُڳنڌ اڏائي
موٽي تيندي يي گڏجائي؟

ڏاڪڻ ڪانـ ڏسڻ ۾ آئي
ماڙيءَ تي ڪنهن مومل مائي؟

هير جي جهوٽي وانگر آئين
قول تڙيا ۽ جوت وسائي!

هانوَ ۾ تنهنجي سونهن هُري ائن
جيئَن اگڻ ۾ رات جي رائي!

تنهنجو پيار سڀاجهو ايڏو
جيڏي تنهنجي عمر سيائي!

تو نہ سڃاتم؟ مون نہ سڃاتُئَہ؟
مات رهياسين ڄڃاڻي واڻي!

مُون ۾ ڇا هو موهت تئَين جو؟
شيام، پڇجي ڇا ڏيانس وراڻي؟



تنهنجي سار جي جوت جلي
رهيو نہ منهنجو پاڇو پيي!

پٿر پنهنجي دل تي رکي
چنڊَ ڏني هيءَ چانڊوڪي!

دل ۾ درد نہ جي چٽڪيو
هٿَن تہ مٽيا مُنهن ۾ نہ بکي!

تنهنجي وسيلي نرم نظر
گويا ڪَوِتا ياوَ پني!

پٿر بڻجي جڻندا جي
اندر ڳرندا ڳوڙها پيي!

وڻ ۾ لٽڪيل چنڊُ نہ هو
واءُ لڳڻ سان لام لُڏي!

شيام وجهڻ تي آهہ مليو
جنهن کيَ ڳوليم عمر سڄي!





نہ دل پنهنجي نہ تون پنهنجو،
سهارو مان وٺان ڪنهنجو؟

اُگهيا ڳوڙها نہ ڪنهن منهنجا،
پِنل هو پاند جَنهن تنهنجو!

گلن جي مُرڪ حاصل ٿئي،
تہ ڪنڊن ۾ رهڻ سنهنجو!

رڳو مرڪي نهارڻ يي،
پرين! توکي لڳو آهنجو!

چمن ۾ پئي ڪليو پرسان،
چمن تي ذڪر هو جنهنجو!





بدلجي نيت تنهنجي سادگي ڳوڙهي ڳجهارت ٿي
مگر جنئن ٿي ڪُلي پيئي عجب تهدار راحت ٿي!

پرين! تنهنجي ٿي پاسي ۾ بلندي پنهنجي پاتي مون
جهليءَ ٻانهُنِ ۾ جنئن، محسوس مونکي پنهنجي قامت ٿي!

ملائي سُر ۾ سُر مون سان ڪڏهن تو گنگنايو هو
مٺي هڪ راڳڻيءَ وانگر تڏهن ڪان منهنجي جيوت ٿي!

حيا ڪان تنهنجي، خود داريءَ ڪان منهنجي آهه خامُشي
پڇڻ جي يا ٻڌائڻ جي ٻنهي لءِ ڪانه صورت ٿي!

وڏايو ٻن دلين رستو، اِئين تيون پاڻ ۾ ويجهيون
نه سوچڻ جي ڇَپَ ڪي ۽ نه چورڻ جي ضرورت ٿي!

اچانڪ واٽ ويندي اڄ ڏٺوسين شيام هڪبئي کي
اسان جو ڇا هئو ناتو مگر جا دل جي حالت ٿي!





دل ۾ درد جي وير چڙهي ٻسا
موتي موتي نيڻ ٻئي ها!

لاپ يُگن جو روپ يُگن جو
ڪن پر جيون، جوت جلي جا!

پونم رات، ڪَدَمب جي خوشبوُ
دل ۾ ڪي ويچار چُين تا!

ڪيڏو دل تي بار هُئو، پر
ڪنهن نہ پڇيو ڪانئس تہ ٿِيُئَہ ڇا!

تنهنجو منهنجو موتي ڳڏجڻ
چانڊوڪيءَ ۾ ياڻءِ ٻہ پاڇا!

ويهي ڳل جي ڳالهہ ڪدي ڪنهن
ساري جڳ تي ڪندا ڪندا!

جسمن جي خوشبوُ ڪاڻ خالي
پاڇن ساڻ مڪان پريل ها!

پتر پوڇيا ويندا آهن
اي دل، توکي چوٽ رَسي ڪا؟





ڪنهن کي آيو نہ ڪجهہ نظر آهي
پوءِ بہ هر ڪوئي چشم تر آهي!

زندگيءَ جو شعور ئي تہ وَڏيو
پيڙ دل ۾ وڏي اگر آهي!

پنهنجو پاڇو بہ پنهنجي وس ناهي
ڪنهن اُجالي تي منحصر آهي!

هر گهڙي ڪيتري نہ آهہ وسيع
عمر ڪيڏي نہ مختصر آهي!

ڪي انڌيرا هميشه لاءِ مِٽيا
جوت جي لاٽ رات ڀر آهي!

چنڊ تي گڏ ڪيا پهڻ ڪنهن پٽي؟
تو چيو تي تہ شيامُ گهر آهي!





ڪين مونَ سانُ وڏاءِ پيار اِئين
ياد ايندينم بار بار اِئين!

مان پريان هوس اوت ۾ بيٺو
هوءِ بس جو ٿي انتظار اِئين!

تونَ تہ گڏجي هلئين ڪنارو ڪري
هُئين گڏجڻ لاءِ بيقرار اِئين؟

ڪنهن نہ ڪنهن موڙ تيِ ڪريو هرڪو
زندگي راهہ پيچدار اِئين!

چوطرف گل جون پنکڙيون پکڙيون
راند ۾ ويو چنني ڪو پار اِئين!

لڳو خالي اڱڻ، ڏِسي يت تي
شيام جهرڪين جي چُپ قطار اِئين!





صبح تنهنجي جو اُجالو ٿي تہ مان
منهنجي سانجهيءَ جي نہ تون اوندهہ ٽجان!

شام، تنها راهہ ۾ دل پڻ اُداس
اوچتو ٿي تون اچي نڪتين اُتان!

ڪنهن ڪڏي ڳالهين ۾ تنهنجي ڳالهہ پيي
سلسلو ڳالهين جو ڪٿڻ قائم رکان؟

اِئڻ هوا جو جهوٽو آيو، در کُليو
تنهنجو فوٽو پڻ ڪِريو ديوار تان!

پيار جي پانڌين جي دل ۾ وِسوِسو
ڪير ٽيندو ڏار ڪهڙي موڙ ڪان؟

چنڊ پچندو ٿي ويو منهنجي اڳيان
منهنجو پاڇو پٺي هليو مون پوئتان!

هر خوشيءَ، هر غم ۾ ڳوليم توکي شيام
جاءِ جوڙي جيءَ ۾ تو گيت جان!





ڪو هونئد ڏسي حقيقتون هي
خوابن ۾ ڪتي نزاڪتون هي!

نيڻن ۾ تري رهيا ستارا
گهريون تيون جيئن ظلمتون هي!

آئينو اڪين جو آهه ميرو
بس دل تي چڙهيون ڪدورتون هي!

شمشان ۾ چڻ گلن جو بارو
اڄ ڪلهه جئڻ جون رنگتون هي!

ڊانهون ڪري ننڊ مان اُٿيس مان
پنهنجن سپنن جون هيبتون هي!

ڪنهنجو به ملڻ نه اڄ وڻي ٿو
تنهائيءَ جون لطافتون هي!

تو ننڊ نه رات ير ڪئي شيام
جاڳڻ جي نصيب، فرصتون هي!





چاهيو هو مون ٿي، تنهنجي تہ اندر ۾ ڪجهہ نہ هو،
بس چنڊ جي ڪشش هُئي، ساگر ۾ ڪجهہ نہ هو!

ديويءَ جي مورتي ٿي، نميو لوڪ جنهن اڳيان
فنڪار جو خيال هو، پٿر ۾ ڪجهہ نہ هو!

خوشبوءِ جي آئي چاٽ، ڪڍيا رنگ ڪلپنا
جهونڪو لنگهيو هوا جو، تہ پل پر ۾ ڪجهہ نہ هو!

ويرانيون. هُتي هيون، ويرانيون هِتي
ڇا شهر ۾ رکيو هو جي کنڊهر ۾ ڪجهہ نہ هو؟

هن اُجلي نيل رنگ ۾، ممتا جو هي لکاءُ،
سورج جي روشني هُئي، انبر ۾ ڪجهہ نہ هو!





بنا عمل ۽ امنگ ڏاران ٻـ زنـدگي ڪا؟
نہ ڇوھہ جنھن ۾ نہ جنھن ۾ ڇولي اُھو بہ دريا؟

چمن ۾ آيو تہ ھـوس دل جي ٿي چين خـاطـر،
وريس تہ پنھنجو ٿي ذھن مونکي لڳو ٿي صحرا!

پرينءَ جو غم، پنھنجي جانِ جو غم، جھانَ جو غم،
پَلـوَ ۾ منھنجي ڪي قوُل، ڪي پن، ڪي خار پڻ ھا!

سڳنڌ آواز جي ڪڏھن پيي نہ بند ٿينـدي،
ڪڏھن گلن جي چپن تي.ڪنھن مُھر پڻ ھنئي ڇا؟

اچي مون پٽ تي، لڪيو ھو واريءَ تي نانءُ تنھنجو،
مگر ھـوائن چٽيا انھيءَ جاءِ نقش ڇا ڇا!

ٿيـو ھي محسوس شيام تنھنجي وڇڻ پڇاڻا،
ھُئين نہ تون صرف تون، ھُئين تون تہ منھنجي دنيا!





دنيا آهي ۽ دل آهي
پنهنجي پنهنجي منزل آهي!

اُن کي سير نہ لوڙهي، جنهن لءِ
پاند لهر جو ساحل آهي!

سچ جي راهہ وٺي هلندو هل
ايءَ ٿِي ڄاڻ جي منزل آهي!

پاڻهي آئين تون، هونءَ ڪيڏو
توکي پائڻ مشڪل آهي!

دل ڏيئي خوش ٿيا دل وارا
ڪين بہ تيو ڪي حاصل آهي!

هِير جي جهونڪي لاءِ سڪي دل
ڇا ڪنهن گل ڏي مائل آهي؟

تُنهنجي يَر ۾، جڳ جي سامهون
اڄ ڳائڻ تي دل آهي!





رهبر جي مجو، جي نہ مجو كيس هَتايو
تكليف سِهو راهہ جي يَا راهہ مَٽايو!

اوندهہ ۾ ڇڄي ساٿ كان پتكي نہ وڃي كو
اي سَاٿيو، آواز جي مشعل تہ جلايو!

هر كن ۾ لكين روپ ۽ هر پل نئين دنيا
هك ننڊ جي جهوٽي ۾ تو ڇا ڇا نہ وڃايو!

شايد كا گهڙي ڇانوَ ۾ ساهي بہ پٽيون ها
رستي ۾ مگر وڻ كو ڏسڻ ۾ ئي نہ آيو!

پـن پـن تي بہ انبر ۾ گهُريو قولَ اُڏامڻ
ممتا وڇان پُنءِ كيس گلي پنهنجي لڳايو!

مدت تي وئي شيام اكيلو مونكي رهندي
اڄ پنهنجي ئي پاڇي هو مونكان ڇرك پرايو!





ڊني ڊپ جي ڪري اڄ پنهنجو پاڇو پڻ وڃي آئي
جڏهن پيئي هوندو ملڻ آئي هميشه هيڪلي آئي!

اهوئي گهر، دريون ساڳيون، ورنڊ تن تي وليون ساڳيون
مگر سا شڪل گل جهڙي ڏسڻ ۾ ڪينڪي آئي!

ڪٿليل بي نور اڪ وانگر لڳو پيئي گهر جو دروازو
اچي بيٺين ته تون در تي ياڻي اُن ۾ روشني آئي!

بنهه وسري ويل ڇهرا ڏٺي تي سال ويا جن کي
پرين! تنهنجي جدائيءَ ۾ اُنهنجي ياد پيئي آئي!

جدا ٿئين جنهن گهڙيءَ تي اُن گهڙيءَ ڪيڏو نه دل تڙڦي
انهيءَ کان پوءِ تنهنجي سار ساري زندگي آئي!





نيٺ ينڪي ڪٿي پهتو آهيان
مان ئي هڪڙو تہ نہ اهڙو آهيان!

اندلٺ جيان گهٽو ئي رنگين
پوءِ بہ پاڻيءَ تي ئي ليڪو آهيان!

اي ڪلي، بيڪلي ڪهڙي ڪارڻ؟
صبح جي هير جو جهوٽو آهيان!

مون ڏي ڏس، پاڻ کي ڏسندين مون ۾
مان تہ آئينو ئي تنهنجو آهيان!

تون اچڻ لئہ نہ چئي وئين، ليڪن
منتظر تنهنجي اچڻ جو آهيان!

حال مونکان تہ پڇين ٿو، پر چا
پاڻ کي ايترو ويجهو آهيان؟

منهنجو اڳ ۾ بہ نہ هو ڪوئي، مگر
ڌار توکان ٿي اڪيلو آهيان!

روح ۾ ڪوئي سمايو آهي
شيام ڪنهن جهڙو تہ اڄ ٿيو آهيان!





کھڙن پوُرن ۾ دل پيسئي
توکي يي جڻ پُلجي ويئي!

غم جوُن راتيون اڄ بہ اُهي ئي
توڙي چمڪيا تارا ڪيئي!

ياد پيون چو صرف جفائون
تنهنجا تورا يي تہ گهٽيئي!

صورت صورت مون پئي ڳوليو
پن نيٽن لئہ ور ور ڏيئي!

نيڻ مليا مَس ڪنڌ جهڪائيُہ
ويئي چوڻ ڪان ڳالهہ اڳيئي!

شيام چوڻ جو ڏانءُ هجي ها
بگڙي ها چو ڳالهہ ڪندي ئي؟





اک نہ تارن ۾ ٻُڏي، سج ڏي نهاري نہ سگهيس
توکي اي چنڊ، ڏسي ڀاڻُ سنياري نہ سگهيس!

ڏينهن جي شور ۾ يا رات جي خاموشيءَ ۾
جي وسارڻ بہ گهريم توکي وساري نہ سگهيس!

مان ڪِلي ڪين سگهيس ڏيان اچڻ سان تنهنجي
ڳالهہ دنيا جي ڳٽي لڙڪ بہ هاري نہ سگهيس!

چانڊني رات ۾ پيَّي رات جي راڻي مهڪي
دل تہ ٿي، تنڊ مان پر توکي اُٺاري نہ سگهيس!

ذهن مان نقش پراڻا تہ مِٽيا سڀ، ليڪن
دل ۾ ڪي آهہ اجا جنهنکي وساري نہ سگهيس!

ڀٽڪندو خود ٿي رهيس شهر جي ويرانيءَ ۾
ڪنهن کي تنهائي جو احساس ڏياري نہ سگهيس!





پيار جو پيرو پڻ ليي نہ سگهيو
ڪوئي دل سان ڪتي ملي نہ سگهيو!

آهہ هر دل جي درسني ڏنڌلي
صاف صورت ڪوئي ڏسي نہ سگهيو!

خوب سيکاريو زندگيءَ سوچڻ
پر ڪو سوچي جئڻ سکي نہ سگهيو!

شور ئي شور زندگي شهري
دل جو ڌڙڪڻ تہ ڪو ٻڌي نہ سگهيو!

تيو گمراهہ روشنيءَ ۾ اهو
راهہ اونڌهہ ۾ جو پُلي نہ سگهيو!

تو چيو سچ ۽ مون بہ سچ ئي چيو
ڇاڪاڻ ويساهہ پيو بہ تي نہ سگهيو؟

ڳالهہ ڪهڙيءَ تي شيام چُپ تي ويو
لفظ پورو بہ چو چئي نہ سگهيو؟





بي رُخيءَ کي بہ ڪٿَن روا نہ چوان،
ڳالهہ ناهہ لئہ چا يلا نہ چوان؟

تنهنجي نيڻن ۾ هي جو ڪجهہ آهي،
تنهنکي هرگز فقط حيا نہ چوان!

آهہ تو ڏانهن پيي ميار، مگر
تنهنجو ڏورابو ڪٿَن بجا نہ چوان؟

جسم جي قيد ۾ ئي عمر ڪَٽي،
چو جيئڻ کي يلا سزا نہ چوان؟

ڪيس چا چا نہ تي چوڻ چاهيم،
آيو آهي، چوانس- يا نہ چوان؟

ان طرح پل نثاءِ شيام ڪِلي،
توکي کهڙي طرح خطا نہ چوان؟





حق حق دم دم حق ٿي ٻول،
شاعرا ڪوڙ جي قلعي ڪول!

دنيا سچ يا سپنو آهه،
پاڻ ڏسي چؤ، نيڻ نه ڪول!

ڪَڏ ۾ ڪونه اُتي طوفانُ،
بيٺو پاڻيءَ ڪي ڇاڇول!

بيشڪ دنيا ڪي دگ لاءِ،
پر اُن پويان پاڻُ نه رول!

ڇڪي پاتُئَہ موت جو راز؟
ويئون ڇمارون ويٺو ڳول!

ٻِڪشا ۾ نه هجي ڪو خواب،
نيڻن جو ڪشڪول ٽنڌول!

وهمن ساڻ نه دل پرماءِ،
شيام حياتيءَ جو سچ ڳول!





متان شيام ٿوڙين نگاهن جو ناتو
اڃا پاڻ پاتو نہ دل نينهن لاتو!

ڦري مُند يا هو نظر جو هي دوکو
مگر مشڪي مشڪي ڪليءَ رنگ لاتو!

ڪٿي چاهہ ڳولا ۾ نڪتي تہ ٻاهر
وري پير خوشبوءَ چمن ۾ نہ پاتو!

هلياسين تہ گڏ پئي مگر اجنبين جان
هلت مان تہ واقف ڪري ڪنهن نہ ڄاتو!

اڳئين ناتي، ليلا! ملڻ ناهہ ممڪن
چنيسر سان هاڻي نئون جوڙ ناتو!

هٿن ۾ جهلي هٿ نهاريئہ اکين ۾
پڳو پرم منهنجو مون ويساهہ پاتو!

ٻُڌي پنهنجون ڳالهيون اکيون پرجي آيون
غزل منهنجو منهنجي اڳيان ڪنهن ٿي ڳاتو؟





جي ٻري ٻاريم اُنهن مان نت نيوُن
مون پنيان جوتيون سدا جلنديون پيوُن!

هيڪلي سک چين جي ساعت اُها
جنهنکي گوندر جون گهڙيون ويڙهي ويوُن!

رات جا تارن مڙهيل ڪيڏا نہ دام
ڪنهن طرح ڪنهن ۾ اکيون اٽڪي پيوُن!

هُن وهائوءَ ڪي اُفق وٽ صبحدم
ڪي تہ ڳالهيون چنڊ سُس پُس ۾ چيوُن!

تون ئي چئُ چا چا انهن ۾ تو ڏٺو؟
دل جي آئيني جوَن ٺُڪريون تو ڪيوُن!

چنگ هٿ ۾ ڪئُ مون سر تان هٿ ڪنيو
تو ئي ٿي گرنار جون ڳالهيون ڪنيوُن!





مان هوس هتي ٿي تہ اڙي چنڊ، اي ستارو
ڪن ٿي تہ لڳي اک، ويو ڪيڏانهن نظارو؟

اِئن پيي تہ ٿيو ڪيئي دفعا آهہ سفر ۾
آڪاس مان تارن ڪِري ڦهلايو انڌارو!

ٻُڏتر ۾ رهي ناءُ اِرادن جي سچو وقت
هيڏانهن ڪنارو هيو هوڏانهن ڪنارو!

ڪلهہ رات گھُريو گهيڙ تي ڪنهن پيلو پڳل پئي
دريا ۾ ٻُڏڻ لاءِ بہ گهربل هو سهارو!

رڻ جو ڏِسي لهرون بہ وڌيو شوق تي تنهنجو
دريا تي اچي پڻ وئي وينس مان ڪنارو!



○

ڪيڏو سوُرن جو سامانُ
سڪ جو هو نہ ڪوئي امڪانُ!

سيتل ڇايا ڪنهنجي ياد
رڻ جو پنڌ ٿيو آسان!

تنهنجو صديُن جنو وشواس
تنهن ۾ منهنجو هاڻ گمان!

ڦوٽو پاڻيءَ جو هو ڪالهہ
اڄ تہ اٿاهہ سمنڊ انسان!

سر ٽڪرائي ساحل ساڻ
ماٺو ٿي ويو هر طوفان!

موتيءَ جي هر هنڌ پچار
پر ڪو سِپ جو ناںءُ نشان؟

جاڳيو آهين ٿيءُ سجاڳ
ڪيسين سپنن جو احسان؟

صبح ڪِ شام جي آهہ شفق
شيام اٿيئي ڏِس جو ڌيان؟

○



ڪٿَن چانوَ لءِ ديوار جي پاسي ۾ نهاريو
وقت آهہ پيهريءَ جو اِهو ڇو تا وساريو؟

اُپ مان تہ ڇِني ڪنهن بہ نَلاتو ڪوئي تارو
مٿيءَ مان سين ٿاهي ڏِئو مهل تي ٻاريو!

.باندي تہ نہ ڪو شيش محل دل جي مان نڪتو
ٻاهر جي نظارن پلي ڪيڏو بہ ڏتاريو!

بس چئني طرف رنگ ۽ سرهاڻ اُڏامي
طوفان خزان يا ڪِ بهار آهہ اُتاريو؟

نيڻن ۾ تريا لڙڪ، نچي مرڪ چپن تي
مون ڏانهن نهاريو تو، مون تو ڏانهن نهاريو!

هيءَ درد جي دولت ڪوئي سؤنپيندي ڇئي ويو
هن ساڻ حياتيءَ کي بگاڙيو ڪہ سنواريو!





ڪنهن کي ساريو ڪنهن کي وساريو
مون تہ ائين ئي وقت گذاريو!

خاموشيءَ جي گهري غفا ۾
ڪنهن سنگيت جو ديپڪ ٻاريو؟

سچ تہ ڏاڍي ايري ٿو، پر
اڄ هڪ ڪِرئـيَ روح اُجاريو!

جنهنجي نظرن جهوري لاتي
تنهنجي نظرن جيءَ قراريو!

دل ۾ ساگر ۾ چانڊوڪيءَ
اڄ ڀي جهلمل شور اُٿاريو!

مشڪ چپن تي، شڪل ڏُڪاري
ڪهڙيءَ دل سان شيام نهاريو!



○

ورهه ۾ ائين ايڪانت لڳي پئي
جڻ تو پاڻ رهاڻ ڪئي پئي!

تارن جا هئَن جهُنڊ ٻٽائي
ڪهڙي ڳالهه تي رات نچي پئي؟

تال ڏئي چپٽي تي وڄايئَه
موسيقيءَ جي ڪلي ڦٽي پئي!

سهڻن تارن ڏي گهورُيم تي
سوُنهن ته ڪانئَن مون نه ڪسي پئي!

ٻوڳن ول جي چانوَ گلابي
پر بس آفس ڏانهن هلي پئي!

لفظن ۾ نه هئو سڀ مطلب
خاموشيءَ ۾ رمز رکي پئي!

○



چَپ نہ چُريا اک ڳالھايو پئي
سامهون ڪير اِئين آيو پئي؟

دل مانِ تي نيڻن ۾ چمڪي
مون اَن مُرڪ لِءِ واجهايو پئي!

رڻ ۾ راتِ، سڪوت چمن ۾
ڪنهن تہ پڪاريو، ليلايو پئي!

پياس ٻڌڻ سان ڪينڪي لهندي
سهڻيءَ ڪي ڪنهن سمجهايو پئي!

منهنجي گهر ٻہ اُهي ئي تارا
تنهنجو اڱڻ جن چمڪايو پئي!

شيام تون ڪئن هن پاسي آئين؟
جنهن ٻہ ڏٺو تنهن ورجايو پئي!





ڏسي شڪل پنھنجي پيمر شڪ انھيءَ ۾
ورائي ورائي ڏٺم آرسيءَ ۾

گھميس شھر ۾ پٿي اڪيلو اڪيلو
تہ ڪو پاڻ جھڙو مليو ڪنھن گھٽيءَ ۾

گذاريون اتم رڻ ۾ راتيون بہ، ليڪن
ڪنبي ساھہ تو شھر جي خامُشيءَ ۾

سڪڻ هيڏو آئت جي هڪ لفظ خاطر
الا پيڙ ڪيڏي نہ اِچ زندگيءَ ۾

ھُيو روح جڻ تن جي تختي تي لٽڪيل
ھئي ساھہ جي ڏور، ڦاسي ڳچيءَ ۾

دونھاتيل دليون ۽ اکيون چا تہ ڳاڙھيون
ڏکي آگ شايد ھُئي آدميءَ ۾

وڏو گھر تو ڳولھين تہ سامھون اتيئي
پچين شيام لءِ تو تہ ھن جھوپڙيءَ ۾





منجھند مهل گلن جو واس
تڪ ڪاڻ ڳوڙرو تنهنجو سواس!

بس ۾ پرسان ڪو ويٺو
جسم جي خوشبو جو احساس!

نانءُ تہ چاٺان تہ پر ساٿس
دل کي نسبت جو وشواس!

اوسيئڙي جو آخر روپ
مُرڪ چپن تي، نيڻ نراس!

آيو سچ پسائڻ پاڻ
خواب خيال جو چا تہ لباس!

ڪنهنجي دل جي کهڙي سُڌ
پنهنجي خوشيءَ تئي ڪونہ اُداس!

غم کان ڏيندو ڪيئن نجات
شيام وجود جو هي احساس!





راهي ڪِريو تي اوريرو جتَن هجي هجي
منزل لڪائي ويجهڙي گهندبن وڃي وڃي!

روڪيو گُنهہَ جي راهہ کان تنهنجي نگاهہ ئي
منهنجو وڏيو نہ پير ڪڏهن ٻيو ڪڇي ڪڇي!

هيڏانهن آرسيون هُيون هوڏانهن آرسيون
مان پاڻ کان ٻچي نہ سگهيس ڪي، ٻچي ٻچي!

جاڳي اُفق اُفق تي بنا ڪنهن اميد جي
تارا تہ اِئن نہ رات ڪَٽِن ها سڄي سڄي!

اي شيام، هيڪلو ئي ڪو وڌندو رهيو اڳيان
۽ پويان راهہ تي لڳي ڪيڏي لڇي لڇي!





گنجار جي بہ لار ھُئي اڄ ھُڳاوَ ۾
کھڙو گمان پؤنر ۽ گل جي لڳاوَ ۾!

ھڪ نقش خوشنما ھئو پاڻيءَ جي سطح تي
اُڇلايو تو تہ پار جان پٿر تلاوَ ۾!

اي شمع پوئين پھر جي، ڇو تون ڦِڪي ڦِڪي؟
تو ئي تہ آندو رات کي سج جي اُھاوَ ۾!

ڇاتيءَ لڳي سمھي ڇو اچي ھاڻ رات جو؟
ڳولئي لڌي تہ ڇانوَ نہ منجھند جي تاوَ ۾!

آئي ڏسڻ ۾ ديوي، تي ياڪر ۾ مورتي
اھڙو بہ ڇا اثر ھئو منھنجي ڇھاوَ ۾!

واپس ڪيئہ ڪتاب جو، اُن ۾ ھي پنکڙيون
ڪيڏو لڳين تي شيام رُکو ھوُڻ سياوَ ۾!





جي ڪلهه ڪِلي نگاهه ملائي هلي ويا
اڄ سي خيال ڪان به پراهوں وڃي ويا!

اُڏندي پکين جو پاڇو پيو پئي تلاءَ تي
پاڻيءَ جهليو نه ٿڪجي نه اُچلي پکي ويا!

پڙهندي ڪهاڻي اوچتو بجلي هلي وئي
ڪردار پنهنجي چِا نه چِڙي روشني ويا!

هن شهري زندگيءَ مشين جي شور ۾
اوڻ ته پنهنجو پاڻ سان ماڻهوءَ سکي ويا!

آيو هُو آهه شيام ڪِ دل جو فريب آهه؟
اک تي چوي ته ڪيس ڏِئي ڏينهن تي ويا!





ڳالهائيندي نيڻ جهُڪيئہ ڇو؟
ڳالھہ ۾ ڪو ور هو مطلب جو؟

سچ تہ ڪڏهونڪو اُپريو آهي
اولهہ ڏانهن تڪين ڇا وينو؟

پنهنجي آپي ڪان اچ ٻاهر
ناهين دنيا ۾ تون هڪڙو!

ڪير بهارن تائين پهچي،
آيو سو ڪنڌن ۾ ڦاٿو!

ماڳ هٿو، جِت راهون ڳنڍ تيون
پلجي پانيو مون ڇڙواتو!

پاڇو بڻجي رهيو جيسين
سر تي سچ جو بار تہ رهندو!

آهي آه نہ دانهن ڇپن تي
گهِرو ڪو احساس ستم جو!

ڍير ٽٽل عڪسن جو ۽ مان
درپڻ ٽڪرا، سچ جو ترڪو!





آرهـڙ جـي اُس، هيــڏو رستـو
ليڪــن وِک تي هـو پاڇـو!

نـرم نـگـاهـن تـي دل خـوش آهـہ
عشق تي لڇندو نيٺ هي جذبو!

تـون گـڏ آهـين نـنـڊ نـہ آهـي
تـوکـان وڇـڙي هـو اوجـاڳـو!

تـانگهـہ تلاش هجي يي ڪنهنکي
تـوکي پـائڻ نـاهـي اوکـو!

مـون نـہ ڏسيو پر تو نـہ ڏٺو ڇا؟
ڪهڙو مونکان حـال پڇين تـو؟

پـوئين پهر جي چانڊوڪيءَ جان،
جهيـٺو جهيـٺو تنهنجو لهجـو!

هـــت آلا ۽ کــارا چـاکـان
شايد ڳـوڙهـا شيام اُگهيـا تـو!





چنچل مُرڪ، نگاهہ لچاري
پنهنجي پنهنجي، نياري نياري!

پيار بڻايو توکي سهڻي
سونهن بڻايو توکي پياري!

مرڪي، نيڻ جهُڪائي مُرڪي
اڄ ڪنهن تنهنجي ياد ڏياري!

رات رهين مهمان تي، ليڪن
تو ئي ڪئي هر خاطرداري!

جوت ڪيئہ گل اندر ايندي
مهڪي پيئي رومُ انڌاري!

صبح جو نکريو رنگ ئي اُلٽو
سُرمئي ڳل تہ اکيون رتناري!

هيٺ اکيون پر پوءِ بہ ڏنئہ پئي
دل ڪي اِئن بہ ڏنئہ دلداري!





دوُر ڪنارو رات انڌاري،
بيڙي پوءِ بہ تو هاڪاري!

شايد صبح جي منزلُ آئي،
راهون پنڌ پيون چوڌاري!

صبح، شفق جي سُرخي اُڀ تي،
دهلي دونهين ڪان تي ڪاري!

ڪڪري هڪڙي ڪيڏو وسندي،
ڌرتي ساري پياس جي ماري!

شيام صبح جو مشڪئين اِئن پئي،
چڻ تو سک جي رات گذاري!





اکين ۾ دل جي شمعن کي تہ ٻاريو شيام آهيئي
مگر اوُنداهي اوسيڙي جي راتين جي نہ ڄجي ويئي؟

ڪِري جا وِچ هُئي اُڀ مان، وئي ڌرتيءَ ۾ پيهي، پر
لڳي جا آگ گلشن ۾ اجا تائين ٻري پيئي!

جئڻ مان تنگ تي ڪلهہ ڪوهہ ۾ ڪنهن پاڻ کي اُڇليو
تري پيو لاشُ، ليڪن آتما ان جي ٻُڏي ويئي!

اِنهن لفظن ۾ ڇا ڪنهن ٻئي نہ پنهنجي دل ۾ سوچيو هو
ڪُڇيو مون اِن ڪري تهمت فقط مون تي ڌري ويئي!

ڪندي ڇا دلفريبي حسن جي، جادو نگاهُن جو
پنيان منهنجي تڪيندين پيو جي دنيا ويئي سڌ ڏيئي!

پچارون سور جون ڪيڏيون نہ نڪتيون روبرو تنهنجي
رکيل آئينو آئيني اڳيان هو، عڪس ها ڪيئي!





منهنجي دل ۾ اِئين شڪي آهي
دوست! تنهنجي نه بي رُخي آهي!

ڏيان تنهنجو ڪڏهن نه ٻه هو
زندگانيءَ جي بيوسي آهي!

پاڻ سان پڻ لڙي رهيو آهيان
منهنجي دنيا سان جنگ پي آهي!

تي ڏنو پاڻ کي جلائي مون
روشني مون ۾ ڪيتري آهي!

مسڪرائڻ هي موڪلائڻ وقت
ياڻ وڇڙڻ جي پڻ خوشي آهي!

ڪنهن ته دانهون ڪيون تي ڏينهن ڏئي
روشني آهي؟ روشني آهي؟

زندگيءَ جي سفر ۾ مون سان شيام
ياد تنهنجي ٻه گڏ هلي آهي!





رات بيشڪ اماس جي آهي،
چا تہ اونده تِڙي پئي آهي!

جيڪي مون پئي ڏِسڻ گهريو ڪنهن ۾،
تو ۾ اُن جي جهلڪ ملي آهي!

دل کي ڪيڏي لڳي سجاتل تي،
شڪل هيءَ مون نہ اڳ ڏٺي آهي!

ياد تنهنجي ڇو بار بار آئي؟
تنهنجي دل ۾ بہ ڇؤ تہ ڪي آهي!

جن کي تنهنجن چپن ڇهيو نہ ڪڏهن،
تن چپن تي ئي شاعري آهي!

شمع هڪ، چوطرف هي آئينا،
چا تہ محفل ۾ روشني آهي!

شيام ڇُرپُر سُڪل پنن ۾ تي،
چا هوا صبح جي لڳي آهي!



○

دل جو راز نہ خود کي پڌايو،
مُنهن آئيني کان بہ لڪايو!

مان جو آهيان، سامهون آهيان،
مون نہ ڪوئي بهروُپ سجايو!

هيءَ بہ ڏسو مهمان نوازي،
سڏ ڏيئي ڪنهن پاڻ لڪايو!

پنهنجي ئي سڏ جو هيءَ سڏ هو،
ٻئي ڪنهنجو آواز نہ آيو!

اُس کان ڪيسين تائين لڪبو؟
ڇانوَ ۾ ترسڻ آهہ اجايو!

ڇو رفتار زماني جي سان،
هر وک تي تا چال مٽايو؟

هر هر موٽيس ڇڏواٽي تي،
منزل جي ڏگ ڪنهن نہ لڳايو!

پاڇو پاڇي ۾ جئن گم ٿئي،
ڏک ۾ ڏک اِن ريت سمايو!

شيام حيات جو آرهڙ اِئن هو،
سر تي اُس، پير ۾ سايو!

○

○

مومل مومل سُت مُنجهايو
ڪو هڪ راڻو جنهن سلجهايو!

ڪوئي خيالن ۾ ڦٽڪيو پئي
ذهن ۾ ڪنهن هو چار وڇايو!

پت تي پاڇي جي چُرپُر تي
دل ۾ ڪجهه ويساهه وڃايو!

غرق نه گهِري ساگر ۾ ٿئين
لهرن سان تو سر ٽڪرايو!

هَنجُن هاڻن پنهنجن نيڻن
ڏنڌلو جيون روپ پَسايو!

گل جي سيج تي ماڪ ستل کي
سج جاڳائي عرشِ اُڏايو!

پوُري نيڻ ڏٺئه جي سپنا
مون تن سپنن کي جاڳايو!

دل جي ڳالهه ڪڏهن ٿي پوُري؟
شيام نه پيچ ڇا دل ۾ آيو!

○



سهڻيءَ کي لهرن تي هٽايو
مُنهن نہ کپر ڏي هُن ڦيرايو!

چنڊ اُداس ڏسي وڻ پويان
تنهنجو نانءُ چپن تي آيو!

نيٺ تہ ڏسندين پنهنجائيءَ سان
اڄ تو ڏسندي پئي شرمايو!

دل ۾ اک تہ پريان ٿي خوش ٿيون
بيهي گڏ نہ اسان ڳالهايو!

تون ناهين، ڪم ٿي ڪم آهن
تو هوندي ڪي ياد نہ آيو!

دک جي دڳ تان ويندي ويندي
وِک وِک تي پيو سک جو سايو!

ڏکڻو شيام تہ هو اڳ ۾ ئي
تازو ڪنهنجي گهوُرن گهايو!





اِئن تہ سين جي رات وهائي
پر ڪنهن يوڳي ۽ ڪنهن مائي!

سُرخ اُفق جا ڏنئہ صبح جو
رات جي اُک اوجاڳي هائي!

حال پڇيو پنهنجن ۽ پراون
دل جو ڏک نہ سگهيو ڪو ڄائي!

آياسين تہ سِپون ئي سوڙهہ
پر جي هوندو گهرو پائي!

مُند نئينءَ جو واءُ وريو جڏهن
گذريل رُت جي ڏوڙ اُڏائي!

پُل تي بيهي ڪٿن نہ ڏنئہ پئي
گهوُري گهوُري وهندڙ پائي!

ڍهلي هيڏي ساري بستي
شيام تڏهن يي دل ويڳائي!





ويساهہ مُرڪ تي نہ ڪو آنسُن تي اعتبار
اهڙي جڳ جي لاءِ تئين ڇا تہ بيقرارا!

مون پئي ڏٺو اکين کي، اکين پئي ڏٺو مونکي
سوچيم تي پاڻ تي ۽ هو آئينو رازدارا!

اُس تيز، دوُر تائين ڪو آيو نظر نہ تي
وڻ وڻ جي ڇانوَ ۾ تي ڪيو راهہ انتظارا!

بجلي بتيون پريون تي سڙڪ جي پنهي طرف
پاڇن ٿي هر قدم تي ڪيو مون لئہ ڏنڌڪارا!

نَهُرن ندين ۾ آيون گهڻو ٿي لڇي لڇي
ساگرا تون ڪر وڏيڪ نہ لهرن کي بيقرارا!

ڇاتل مفاصلن کان گهڻو دوُر دوُر شيام
تنهنجي نہ هت هئڻ ڪري دل جو ويو قرارا!





اڇڻ جي هئي نہ ڪا اُميد يا وعدو ڏنل تنهنجو
انهيءَ هوندي بہ ڪرٽو هو اکين کي تنهنجو اوسيئڙو!

اِئين ٿي ويني ويٺي گهر خيال آيو اُٿي نڪتس
اُچي رستي تي بيٺس جڻ هُٺر ڪنهنکي وٺي اچڻو!

هيون راتيون جدائي جون تہ ايڏيون ڪين اونداهيون
پنل پلڪن تي ڪنهن ڪنهن مهل تارن جو بہ چمڪو هو!

پريين! اڄ ياد اِئن آئين مون کان ويو پاڻ ٿي وسري
سچيتائي جئين آئي لڳو سنسار پڻ سپنو!

اسان جا جسم رک تي چڙوچڙ تيندا هوائن ۾
فضا ۾ شيام پر آواز منهنجو توکي ڳوليندو!





ڪڏهن جِي، ڪنهنجِي ڪنهنجِي ۽ ڪٿان جي ياد اچ پيئي
ڪِلي ڪنهنجي نهارڻ دل کي پهچايو ڪٿي نيئي!

هوا لڳندي ڪليون ٽڙنديون تہ پوپٽ ڦڙڦڙائيندا
دليون لچنديون، پرن سان پنکڙين جي پاند لڳندي ٿي!

محبت جي اکيان جي حسن ايندو رنگ آڻيندو
رکي آئينو آئيني اکيان ڏس صورتون ڪيئي!

متان تارين بتي، پوري ڪري سمهندس ڪهاڻي هيءَ
لڳي پيو منهنجي حالت کي ڏسي آهہ لکي ويئي!

هجڻ کان هيترا ڇهرا سجاتو پر نہ هڪڙي پي
وڃڻ کان ڪنهن مونکي روڪيو نہ کي ترسايو هٿ ڏيئي!

جڏهن کان يٽڪي آهي شيام بس يٽڪي رهي آهي
وهي نہ تہ مُدتن تائين نظر هيءَ ڇهري هڪ تي ٿي!





ڏٺي ٿَهڪ ساري فضا کي پريان
مگر دل جون ويرانيوُن- ڇا ڪريان!

اسان بيهي ڳڌ، ڳڌ هٺاسين ڪٿي
الائي ڇا سمجهو ٿي دنيا پريان!

اتم ڪونہ ان ساڻ ناتو مگر
هجي جي اڳيان، ڇا اکين کي ڪريان؟

آلا جٺري اِنسان جي بيوسي
نہ ڪو حرف اي شيام، توتي ڏريان!





ڪمري ۾ ھئي چُپ چپات
تنھنجي فوٽي ڇيڙي بات!

تنھنجي منھنجي ھڪ ھستي
تنھنجي منھنجي ڏار حيات!

اي اڪ، ڪنھنجو اوسيڙو؟
ھيءَ تہ آھہ وِرھہ جي رات!

تنھنجو نانءُ بہ چاٿان ڪين
پوءِ بہ تنھنجي وائي وات!

ڏينھن جو جڳ سان ھلٹو آھہ
آئي رات تہ پنھنجي تات!

صبح ھُئي ھڪ آڌ ڪَڪِري
پر جا رات پئي برسات!

شيام حيات بہ نعمت آھہ
ويتر شامل شعر جي ذات!





ڪنَ ۾ وهائيءَ جو هيءُ جلوو
اي اڪ، رات سڄي اوجاڳو!

چنگ نہ ڇُري پر آنچل سِرڪيو
اهڙو ڪهڙي هوا جو جهونڪو؟

تنهنجي مرڪ سرءُ جي سانجهي
تاريلي سک سانت جو پِرتو!

وچ ۾ جسمن جون ديوارون
ڪَٽَن ٽٽَي دل سان دل جو رشتو!

اچي اچي يي لهر نہ آئي
ساحل ساڳيو آهہ آڪيلو!

رک جو ڊير، سڙيل آڌ ڪاڻي
رمتو رات رهيو ڪو هوندو!

پوئين پهر جي تنهائيءَ ۾
سَڏ سان شيام پريو ڪنهن سڏڪو؟





پيڙا دل ۾ پيھي ويئي
ڪل تي ٻاھر رھجي ويئي!

ڪيڏي ڪومل مورت نڪتي
پٿر جي دل ڪاٽي ويئي!

رڻ جون راھون پڙڪائيندي
ڪکري سچ تان ھٽندي ويئي!

ٻول ٻُڌي منصور سريڪا
سوُري آخر سرچي ويئي!

قيد جي ڪِڙڪي ڳِڙڪي ٻسان اڄ
وقت جي اک يي پٽبي ويئي!

شيام لُڙاتيل لھرن ڪارڻ
سنڌوُ تانگھي سمجھي ويئي!





ڦٽي باک، هاٺي ڪنڌينءَ چا جلي؟
اڙي شمع، پروانا پڻ ويا هلي!

ستارن مٿان ھو ستارن جو ميڙ
بلنديءَ جي حدُ کان وئي اک آلي!

ٻهارن جي رنگت تا پُل مان سَڏينِ
هٿن تي جا ميندي خزانَ هئي ملي!

جلي شمع، محفل مان اوندھہ وئي
ڪيو سوجھرو ڪو پتنگن جلي؟

جھڪي ڪينڪي چو جھڪي ڪينڪي
گهٽو علم جي شاخ ڦوُلي ڦلي؟

عجب! سک سمهيا شيام، جنڪي مِلي
سمهڻ لاءِ رستي جي پر يا گلي!





جندڙ جلائي جڳ ۾ جيءَ
جل، محفل جي مشعل تيءَ!

ڪيرَ سمندَ جو آهه رتن
وهسِي زهر هلاهل پيءَ!

جيون جاڳ نه جوين جاڳ
سپني ۾ هڪ سپنو هيءَ!

تنهنجا صبح تيڻ تائين
رات جي راڻي، تارا هيءَ!

شيام سڏيو ڪنهن درد منجهان؟
تڙڦي روح ڪٿي ”جيءُ جيءَ!“





هل جذبات جي وَهِ وَهَندو
جو رڪندو سو ئي ٻُڏندو!

دنيا پنهنجي غم ۾ غرق
اڄ اڄ پيڇو ڪيرُ ڪَندو؟

ڪنڊن منجهہ ٽڙيو گل آهہ
ڏسندو پوئر سِڪي مَرَندو!

هيئَن عميق وسيع هُجي
ساگر لُڇندو پيو لُڇندو!

جنهن ۾ تارن جي جهرمر
تنهنکي اوندهہ کو ڇَوندو؟

تارا جهيڙا، ديپَ ڦِڪا
اي دل، چاڻ تيو سُجهندو!

ڪنهنجا پيرا؟ ڳس کهڙا؟
ڪئَن ڪو سپني ۾ لَيَندو؟





سپنا پيڙيون، راتيون دريا
سايا واري ۽ اُس ۾ صحرا!

آهٽ پڌندي صبح به تي ويو
در تي ٺڪ ٺڪ راتِ نه تي ڪا!

سورَ پچارَ سين ڪي ساڳي
پوءِ بہ هرڪو تنها تنها!

ڪهڙن طوفانن مان نڪري
پيڙا ڪهڙي ڪنڌئين پهتا!

نٿهن اُس ڪان وياڪُل بٽجي
سُسندي سُسندي جا تيا پاچا!

ڪنهنجا پيرا ڪٽي متي تي
رڻ ۾ دوڙن پيا واچوڙا؟

جن ڪي شيام شڪايت سچ جي
ڪهڙي چانهَ اُهي وڻ ڏيندا؟





اڄ نہ ايذاءَ ڪندين وَسايو
رنگ، بوءِ پڻ نہ دل کي لڀايو!

رنگ بوءِ جو تہ احساس ٿيو، پر
گل ۾ اڄ گل نظر ڇو نہ آيو؟

حال گلشن جو ڇالئہ پڇو ٿا
وات غنچن جو ڇو ٿا پٽايو؟

ڪنهن پنيان، تيلي اوندهہ ۾ ٻاري
چرڪ پنهنجي ئي پاڇي پرايو!

ڪيڏو آڪاس، ڪيڏا نہ تارا
رات لءِ دل کي ايڏو سِڪايو!

مرڪ تنهنجي فقط مرڪ ناهي
هي اکين ۾ ڪٿان تاب آيو؟

وِڄ جيان، هستي لڇندي تہ هوندي
سک سمهڻ لءِ نہ ڪو شيام ڇايو!





سپنن جا ڪي ٽڪرا ڏيئي
ويئي رات وهامي ويئي!

اوجاڳو بيسود، سمهي پؤ
جيسين ياڳ وري جاڳيئي!

اُس جي قيمت پڇ سسئي کان
جنهنڪي رات رٺن ۾ پيئي!

جنهن جنهن ويل تي غم کان آجي
دل بدلايا پنءِ اُپ بيئي!

سوپيا سپنو، پريت ڪهائي
پر دنيا جا پراڻ اِهيئي!

جئن اک غنچي غنچي کولي
ياري ياري جاڳي پيئي!

ڪيتن ۾ اڄ ساهه کٽي ڏس
سُرها آهن رنگ سيئي!





وهائوُ تڪيان، باک ڏي يا نهاريان؟
اَجل کي سڏيان، زندگيءَ کي پڪاريان؟

گناهن پريو ئي، مگر ديوتا آهه
ڏکاريان مان ڪئن آدميءَ کي ڏکاريان؟

ٻُڏڻ ئي نصيبن ۾ آهيلکيل جي
تہ طوفان طوفانؑ چا لءِ پڪاريان؟

جهنمّ ۾ جالي بہ جنّت ئي جوڙيان
حياتيءَ تان جيءُ جيءُ ڪري جان واريان!

پرين! پيار تنهنجو ۽ وهنوار جڳ جو
سنياريو سنياريان، وساريو وساريان!

انڌارو هئو انڪري شمع ٻاريم
اِجهو صبح ٿيو، چا اڃا ٻيي نہ ٺاريان؟





آهه ظاهر ڪي گلستانن ۾
۽ لڪل آهه ڪي ويرانن ۾!

ڦاڳُ باغن جون حدون اورانگهي
ڦول مهڪائي بيابانن ۾!

نيل گنبد ۾ فقط رنگ ۽ نورُ
ڪجهه گهٽو بحر جي تهخانن ۾!

هي ٻُڌن پنهنجي، چونِ هوءُ پنهنجي
فرق ڏاهن ۾ نه ديوانن ۾!

پنکڙيون ويون ڇٽي هڪ هڪ تي
گل ٻه رهندا وجي افسانن ۾!

آمن ساحل جو ته اک ۾ ٻه نه هو
شيام کو حسن هو طوفانن ۾!





زندگي عين دوست جو ديدار!
دوست ڌاران فراق جيئن دشوار!

ڪيئن رئڻ لاءِ ڪنهن کي ڏوهه ڏجي
ڪهڙو دل جي وجود کان انڪار!

ڪير توکان وڌيڪ پيارو آهه
ڪنهنکي توکان گهٽو ڪريان مان پيار؟

نيل آڪاس، زندگي، ڪامڻ
مفلسي جنهنجو پڻ نه آر نه پارَ!

سچ گلن ئي ڏِسڻ جو راز ڏسيو
تي ڪليل اک ڏِسي خزان ۾ بهار!

مون تي سمجهيو ڪنارو، نڪتي لهر
دل جو دريا اجا أئين ئي آپار!

ياگِ تنهنجي سان رِيس ڪا شاعر!
زندگي تنهنجو تاج، تنهنجو بار!





هوءَ پري کان اُهاءَ جو احساس
ڪنهنجي لءِ آءَ ياوَ جو احساس!

تهہ ۾ نفرت پريل نگاهن جي
هئو هڪ گهرو چاهہ جو احساس!

ڪو هليو چنڊ ڏي فضا چيري
دل ۾ ڌرتيءَ جي گهاءَ جو احساس!

منهنجي پر ۾ تہ هئو نہ ڪوئي ٻيو
پو بہ ڪنهنجي ڇُهاءَ جو احساس!

پار ڪي ڪنهنجي هنج مان وٺندي
چا تہ دلڪش هڳاءَ جو احساس!

شيام تنهنجو ئي پيار پائي، ٿيو
زندگيءَ سان لڳاءَ جو احساس!





وئي واريءَ کٿا ورڻ وارا!
واهه، تارن جي گهُر ڪرڻ وارا!

تو تہ خاڪو خوشيءَ جو ڪينچيو هو
رنگِ غم جو منجهس پرڻ وارا!

عمر پر جي صبر جي عزّت
ڪوهي تو "اُف" ڪري مرڻ وارا!

ماڪ تر دامنيءَ جو ناهه ثبوت
گل متان تهمتون ڌرڻ وارا!

تو پڻ جون ملامتون بہ وڏيون
جام هٿ ۾ ڏئي پرڻ وارا!

ويئي ويتر وڌائي چاهت کي
مشڪ تنهنجي "اُونهون" ڪرڻ وارا!

چوري چوريءَ ڪٿان اچي نڪتين
پير اندر لڪي ڌرڻ وارا!





جنهن کي سيني ۾ دل ملي هوندي،
سُڌ انهيءَ کي ئي سوز جي هوندي!

شاخ هڪ جنهن هنڌان ڇُٽي هوندي،
ٻيءِ اُتان ئي ڦٽي رهي هوندي!

نہ تصور، نہ خواب ئي ڪوئي،
بي عمل ڪيئن زندگي هوندي؟

نہ تمنا، نہ حوصلو، نہ اُمنگ،
دل ۾ ڇا ايڏي بي حسي هوندي!

چشم روشن ۽ پڻ بلند نظر،
لاٽ اوچي ضمير جي هوندي!

جهنجهلائي اُتيا جو دل ۽ دماغ،
ڪا تہ شيءِ اک ۾ ڪتڪندي هوندي!

نہ خوشيءَ جي خوشي، نہ غم جو غم،
شيام دل ڇا تہ دل ٻڏي هوندي!





صرف وچ سير ڌانهن مائل جو
ڪِٿَن ڏِسي سو پسارو ساحل جو؟

بس جي ڦيٿن تي ٿي حيات ڦري
ڪوئي آهي بہ موڙ منزل جو؟

لهرون ساحل طرف ڊُڪن چو تيون
ڪو آتن يي ضرور ساحل جو؟

راهون واهون گهٽئي تي پونديون
جي هجي اعتبار منزل جو!

پنهنجي بيڙي نہ ڪو متان بوڙي
قهري ڪُن آهہ فڪر ساحل جو!

هئي دنيا اگرچہ پس منظر
نقش اُبريو نہ پر متس دل جو!

رات دهليءَ جي، شيام ننڊ قتل
چنڊ جي چانڊني، دونهون مل جو!





رڳو پير ڪڻ، ڪس ۾ چارا گهڻا
نہ دل لاهہ پانڌي! سهارا گهڻا!

اُجالو انڌاري جو دامن پري
جتيئن رات ڪاري ستارا گهڻا!

هيجي دل ۾ ساهس تہ مشڪل بہ ڪيل
جهلي تابُ جي اک نظارا گهڻا!

ڏٺي ٻِتِ پيا تل پراڻا، مگر
نوان ڏِسَ ڪرڙا ٿيا متارا گهڻا؟

گهٽن ساڻ گهارين تہ لهرن ۾ آءُ
اٿئي ورنہ اي دل، ڪنارا گهڻا!

نظر سُر جهلائوُ نہ هڪ ٻئي جي تي
جي سُر ۾ اکين جي دوتارا، گهڻا؟

هنئَر جيڪي چاهين چئي ڏي ڪُلي
ڪيئہ شيام مبهم اشارا گهڻا!





ڪڏهن غير دل مان اچي اڄ مِلو پيو!
ڪُلي هٿ وڏايو ونئي هٿ ڪلو پيو!

قسم ڪائي لڙڪن جو ڪلندا رهياسين
غمن جي وڏڻ سان وڌيو حوصلو پيو!

مون پاڻ گهريو، تو وڃائڻ نہ چاهيو
اِئين خواهش جو جُڙيو سلسلو پيو!

نہ رڃ ۾ نہ ساگر ۾ پاڻي اُچَن لءِ
ڪريو هوند اُٿهوَند جو فيصلو پيو!

نظارو ڪجي ڇا، تِڪن ڪئَن نگاهون؟
ٿَئي وقت جو قافلو ڪِي ڍلو پيو!

نگاهون ڪٿي، دل ڪٿي ۽ ڪٿي تون
هِتُو رهگذر ڪانسوا فاصلو پيو!

نہ هو صرف هڪ واقِعو تنهنجو گڏجڻ
اڪُت حادثن جو هُتو سلسلو پيو!

اِهي راهون ريڪائون تنهنجن هٿن جون
هلي آءِ، هٿ ڏي، وڏي قافلو پيو!





تڪي ناهہ رفتار جي ڪاروانَ جي،
تہ ڇاليڪبي ڪاهلي ساربان جي؟

خبر ناهہ ڪنهن ڪنهن جا پَرَ هاڻ پَٽبا،
پئي گهرج شهباز ڪي آشيانَ جي!

گلن جي مٿان ڪڙڪندي پڪ، چمن ۾،
تباهي ڪري برق هر آشيانَ جي!

هنئَر غور سان ڏِس زمين جو بہ ڦيرو،
ڏٺي آهہ گردش تو اڳ آسمانَ جي!

اُتيو چمڪي اڄ خاڪ جو ذرو ذرو،
ڪٿي آهہ اهڙي چمڪ ڪهڪشانَ جي!

ٿيو منهنجو هر سواس جهونڪو بسنتي،
مونکي شيام سانير نہ آهي خزانَ جي!





بي صدا پازيب جي جهنڪار آهہ
تيز ڪيڏي وقت جي رفتار آهہ!

اُن کي سلجهائيندي وئي ساري ڄمار
زندگي ڪيڏي نہ گهنڊيدار آهہ!

هُن ملي پي اڪ ملائي ڪينڪي
اي ضدي دل، ڪٿن نہ ڪٿ ٿي هار آهہ!

منهنجي دنيا منهنجي آهي پوءِ پي،
تنهنجي دنيا کان نہ هرگز ڏار آهہ!

هجر جو غم ۽ نہ ڏوراپو ٿي ياد،
ان طرح اڄ آئي تنهنجي سار آهہ!

سونهن تنهنجي سر ملايل ڄڻ ستار
منتظر مضراب لءِ هر تار آهہ!

سار جان رنگن ۽ ريڪائن ۾ شيام
ڪنهن شگفتہ روح جي هبڪار آهہ!





اوهان جي دور منزل ۽ آڳها آهن هلڻ وارا
ملڻ دشوار، تارن جي جهروڪن مان تڪڻ وارا!

انڌيرو ٿي ته جڳ ۾ آهه رکوالو اجالي جو
اڙي او صبح ڪان ٿي رات جي جهوريءَ جهڄڻ وارا!

سڏين ٿو ڪهڪشان جنهن کي سو رستي جو غبار آهي
ڏسيندا دڳ وڃن منزل جو، منزل ڏي وڌڻ وارا!

زماني کي ڪيو پابند تنهنجيءَ تيز رفتاريءَ
اُفق جان دوُر ٿي ويندءِ، هجي ويهي رهڻ وارا!

اگر هموار ناهي راهه، هيڪڻ يا منجهڻ ڇا جو؟
ڏسن لاهيون نه ڪي چاڙهيون قدم اڳتي کڻڻ وارا!

اَجل ڳوليندي تن کي ڪينڪي پائي سگهيو هرگز
هتّا بس زندگيءَ ۾ مَحو ڪجهه اهڙو جٽڻ وارا!





اسان ڇا پير اوندهہ ۾، اسان جي روشني دڳ ۾،
گذاريون شمع وانگر تا جلائي پاڻ کي جڳ ۾!

لڳي ڏُن صبح جي اهڙي ڏٺوسين پڻ نہ تارن ڏي
ڪَٽيسين رات اوندهہ ۾ مگر اُڀريو نہ سج اڳ ۾!

گلي ڪنهنکي لڳايان ۽ ڇني ڇيهون ڪريان ڪنهنکي؟
جگر منهنجي جو رت آهي پريل هر گل جي رڳ رڳ ۾!

هئيلي دل جي ڪارڻ ئي متو هنگامو دنيا جو
فقط هيءَ دل تئي راضي تہ ٿيندو اَمن هن جڳ ۾!

وئي دل ذوق خودبينيءَ جي منزل کان پريان نڪري
نہ هرگز پيد ڪو نيٺن رکيو همراہ ۽ ٺڳ ۾!

نہ تنهنجو شڪر جي آهي، شڪايت پي تہ ڪا ناهي
ڏنئہ جيڪي بہ وينس سو قرائي تنهنجي مارگ ۾!

اهائي تنهنجي محفل لوڪ ۽ پرلوڪ منهنجي لئہ
اِتي آهيان، اِتي هوندس، اِتي ئي هوس مان اڳ ۾!





غم جي بحر ۾ طوفانن جا جهٽڪا ۽ ٿڦيڙا سب سهندا،
پهتاسين ڪناري تي آخر لڏندا ڪڏندا وَهَہ ۾ وهندا!

اي هم سفرو، بيهي نہ رهو. پل ڪانہ اڳيان ڪا واٽ هجي،
جئن واٽهڙوُ وڌندا هلندا رستا پاڻهي ويندا ٺهندا!

خود راهہ بہ ٿئي هموار اگر هموار نظر، هموار قدم،
جي ڊنگ ۾هلڻ جو ڄاڻن سي آديءَ مانجهيءَ هلندا رهندا!

ڪا رنڊڪ جي ايندي بہ ڪٿي جي ساهسي رڪباسي نہ ڪي،
پليا بہ جي ڊير، سڌير بڻي پنهنجي منزل ڳولي لهندا!

ڪر ساهي اڪيون مهتي مهتي هوُ ننڌ نهوڙيا جيسين اُٿن،
ڪهڙي ڪل ان عرصي اندر ڪيڏا سوُرج چڙهندا لهندا!

سي سُر نہ اڳيان، تانون نہ اڳيون سي ساز اڳوڻا شيام مَٿيا،
اڄ راڳ پراڻا ڳائڻ، چؤ ماحول نئين ۾ ڪئن ٺهندا!





لڙيا لڙڪ معنيٰ خوشي ناهہ ڇا؟
خوشيءَ کان ڪڏهن اک ڇُلي ناهہ ڇا؟

نہ جي چنڊ اُيريو تہ ڇا تي پيو
ستارن ۾ ڪا روشني ناهہ ڇا؟

اڃا تائين دل ۾ نہ جاڳي اُميد
اڪين باک ڦٽندي ڏٺي ناهہ ڇا؟

ٿيو بند دروازو ميخاني جو
پِئَڻ لاءِ بس جاءِ ٻي ناهہ ڇا؟

ٻُرن جو ڇو آئيندو هوندو نہ ڪو
ڇڳن کان ويو وقت ئي ناهہ ڇا؟

مئل قوم ۾ روح ڦوڪي ڇڏي
مرڻ ڪنهنجو ائين، زندگي ناهہ ڇا؟

ڪِري پَٽ پوڻ تي پيلا هيءَ زمين
اُٿڻ لءِ سهارو بڻي ناهہ ڇا؟

پريل شيام ڪيڏو نہ سر ۾ خمار
تون ئي چؤ خودي بيخودي ناهہ ڇا؟





منا خار پانيا مون ماڪيءَ جي ميٽ
۽ چوندين تون ٿي قول ها قول نيٽ!

نهارين چو آپ ڏي اڪيون اِئن ڪٿي
ڪوئي آس جو ترورو ناهي هيٽ!

پُونئَبي آدميءَ لئہ هندورو بٽي
مگر ڪيسين هوندو ڪوئي پار نيٽ؟

ڪندو ڪير پرديس دائم پسند
هجي سرگ تہ بہ گهر تہ گهر آهہ نيٽ!

هزارين دفعا شيام ڪنهن سان ملي
اچا تائين آهي نہ تي ڏيٽ ويٽ!





حسن کي ضد نہ هو حجاب نہ هو
پر اکين کي ڏسڻ جو تاب نہ هو!

غنچي غنچي زبان کولي، پر
تنهنجي چُپ جو ڪوئي جواب نہ هو!

هئي رنگت جوانُ جسم جي سا
موتئي ۾ ملِيل گلاب نہ هو!

مَؤ چڙهيو ئي رهيو، اکيون نہ کليون
صبح جي هير هئي شراب نہ هو!

شيام تاريلي رات جو منظر
ياگ هو ياگ جو حساب نہ هو!





هڪ نظر ۾ سوين زمانا ها
هڪ حقيقت گهڻا فسانا ها!

زندگي آهه دائمي پرواز
ڪٿ قفس ڪان نہ آشيانا ها!

ڪٿّن نہ پوريل خزانو ڪوتيندي
ڪيئّي پوريا ڪليل خزانا ها!

صرف عنوان "حسن فاني" هو
اَبَدي عشق جا فسانا ها!

نہ ٻُڌا ڪنهن ٻڌا تہ سمجهيا ڪين
سُر نوان ها نوان ترانا ها!

لڄ ڪري شيام چپ رهئَين تون ئي
گفتگو لئہ تہ سؤ بهانا ها!





لڙڪ روڪي يلي مُبسڪرائي
ڪوئي ڪيسين مگر غم لڪائي؟

باغ گهُمندين، چني گل به ڪٽندين؟
هل تہ ڪنڊن کان دامن بچائي!

خوب ڪنوندي ڪنوڻ کي ڏٺوسين
ڪونہ پيو مينهن جو اُڃ اُجهائي!

ياد تنهنجو اتم غم اجا پي
چا ڪندو تهہ خوشين جو ڪو پائي؟

ڳالهہ ساڳي ئي سيني ڪٿي پٿي
چو ٻڌي ڪوئي ۽ چا ٻُڌائي؟

گل ۽ غنچا رهيا مُنهن تڪيندا
هير چوندي وئي چا الائي!

جئَن بہ چاهي، هلي يل جواني
هيءَ ندي خود ڪنارا ٻٽائي!

زندگي راڳڻي روح رُچندي،
شيام پر ڪو ڪلاونت ڳائي!





چاھہ لڪائڻ جا چڏ حيلا
مُنھن تہ متي ڪڻ او شرميلا!

راڌا چونہ رسامو سڪندي
چنچل چيبيلا شيام ھٺيلا!

غم، غصو، لڄ، موھہ ۽ ماٺو
نيڻ پنل، سڀ ياوَ رسيلا!

دل وارا ڪ اجنتا وارا
فنڪارن جا پٽ پٽريلا!

پاڻ نہ روئي رُئاريُئہ، چارڻ!
گيت سُريلا، سُر درديلا!

نرموھي جڳ ڪي جا چئجي
قول چٽي ويا چا تہ سجيلا!

واءِ لڳي تو لھرون پانيون
سَر ۾ ھا جي سَپ زھريلا!

ويھي گندي نالي تي ڪئن
شيام تو چيڙيا سُر سپنيلا؟





نيڻن وانگر چنچل جوين
تيڻ بڻيا جوين جو درپن!

جيون - پيڙا پوڳي پوڳي
هوش ۾ آئي سُرت آچيتن!

چمڪي چٽنگ ۽ سُرهو دونهون
سوز پري دل آرتي چندن!

نيٺ ته ڪندن پيي ڪجھ لهڻو
ڪانئُن ڪيئَن چڙايان دامن؟

چنڊ ڪڙيل، ڪي ڪڪريون اُپ ۾
ڪھڙي سوچ ۾ شاعر جو من!

شيام اُماس بہ آهہ ڏياري
اوسيڙي جو ديپ جي روشن!





زندگيءَ تي، جي دوست! سوچيندين
ڪجهہ نہ ڪجهہ بس اُداس ٿِي ٿيندين!

سج لٿي روئي تو.پسايو پاند
خشڪ اکڙين ۾ رات ڪاٽيندين؟

تيءَ نہ پنهنجن کان بدگمان اِئين
مفت غيرن اڳيان ڏٺو ٿيندين!

حال منهنجو نہ جي ٻڌين تہ چڱو
گونگو روئِي تون جيءُ جهوريندين!

چاڻئجي چاڻئجي گهٽا تي گهٽا
ڪٿَن ڪِلڻ ڪان ڪنوڻ کي روڪيندين؟

تاڪُٺَون ڏاڍو دل جو سنّاتو
شيام اُف پي ڪندين تہ ٽوڙيندين!





دل کي ڪنهنجو پيار مليو
سونهن پريو سنسار مليو!

وِک وِک تي تي پير چُميس
پَنءِ کي روُلوُ پار مليو!

جنم مرڻ اک پٽ اک پوُر
وچ ۾ ڪو وستار مليو!

سورن ساڻ رهاڻ ڪندي
راحت جو ڏس پار مليو!

جيءُ ڪٿو تيو دنيا مان
ڪنهن کان ايڏو پيار مليو!

لهرئين لُڙهندي عمر ڪَٽي
ڪڏهين آر نه پار مليو!

راهه تڪيندي تارن جي
صرف سنهري غبار مليو!

جنهنجو نالو شيام حيات،
تنهن ۾ ڪونه قرار مليو!





پاند کھڙو نہ جو ينل آهي؟
کھڙي دل کي نہ دک لڳل آهي؟

ميڙي اسباب هيترا سک جا
آدمي پوڻ بہ ڏک-ڏڌل آهي!

صورتون غم جون ڪيتريون نہ ڏٺم
دل جو آئينو اِئن پڳل آهي!

زندگي مسئلا هزار، مگر
مرڪ تنهنجي سين جو حل آهي!

پاپ جو بج ڇٽيو اکين ڏسندي!
ديد جنهنجي پچن جو ڦل آهي!

نہ رهيو پردي جو رواج بہ هاڻ
آڻ ڏتل پو بہ اڻ ڏتل آهي!

نہ ڏسي آرسيءَ ۾ عڪس ڪمال
حسن سينگار ۾ رڌل آهي!

ڪير چائي گھٽيون صديون گذريون
جلد آيو نہ 'هيءُ پل' آهي!





هت دوزخ، هت جنّت آهي،
پنهنجي پنهنجي قسمت آهي!

وات اِجها هيءَ ماڳ اِجهو هوءُ،
اڳتي تنهنجي همّت آهي!

تنهنجا چارا تارن مان، پر
پوءِ به منزل ظلمت آهي!

گل جي رنگ ڏتاريءِ دل نه ته،
ڪنڊن ۾ به نزاڪت آهي!

راحت ڏئي نه هميشه راحت،
بعضي غم به ضرورت آهي!

هيرو پٿر، پٿر هيرو،
ڳهرج نه ڳهرج ٿي قيمت آهي!

هرڪ به هارن لڙڪ به هارن،
شيام اڪين جي عادت آهي!



○

چانڊني رات ۾ اڪيلائي
ننڊ نيڻن ۾ هاءِ، شرمائي!

پاڻڪان پاڻڪي لڳان ڌاريو
ويئي ڪيڏانهن تنهنجي پنهنجائي!

بند پلڪون تيون شرم ٻوٽيءَ جان
اڪ ملائيندي توکي لڄ آئي!

شوق ڪان نيڻ جڳن تيم رتنار
مُرڪ آنديءِ ڳلن تي لالائي!

تنهنجي هر مُرڪ تان نثار بهار
ڇا ته رنگيني، ڇا ته رعنائي!

ڳل ڇهڻ ساڻ ڳلن تڙيا گويا
آئي چرچي ۾ اَئن ٻهار آئي!

دل جي ڳالهين تي پهرين تو جهٽڪيو
پو به دل شيام، تو ئي پريائي!

○



خزان حال دل جو گلن کي ٻڌايو
ٻُڌي، مرڪي تن غم نہ پنهنجو لڪايو!

اکين ساڻ پٽي ڪنهنجو پيرو ڪنيوسين
اسان واٽ تي سر تڏهن هو جهڪايو!

ڪناري تي ويهي اسان لڙڪ لاڙيا
تہ وچ سير ۾ پيي اسان مُسڪرايو!

ملين زندگي ۾ گهڙين جي تڏهن پيي
گلن جي ٽڙڻ ۾ نہ ڪو فرق آيو!

انهن جي مٽي مرڪ مان آهہ ظاهر
تہ شبنم گلن کي نہ آهي نپايو!

اگر زندگيءَ جي شڪايت ڪيَم ڪا
پرين! اک ملائي تو ڇاتيءَ لڳايو!

لتو سج، وڏيو شيام جڻن جڻن انڌيرو
ڏِئي ڪنهن هِتان ڪنهن هُتان جهلملايو!





ڪٿي ڪا سار اچ، آئي معطّر تي صبا آهي،
اکين جي آب سان شاداب تي ساري فضا آهي!

ڏنئہ پهرين ئي ڏکٽي دل وري هيءَ ڏات ڏکڙن جي،
اکين جو پاند لڙڪن سان پريئہ، تنهنجي سخا آهي!

الا، هيءَ صاف اُپ، اڌ رات جي خاموش چانڊوڪي
جو نوشهري ۾ ڏسندو هوس هيءَ ئي چندرما آهي؟

هزارن راڳڻين سان جا سنواري ويئي خاموشي،
ملي سا ڪنهنکي مس هڪ عمر کان پو ڳائٽا، آهي!

تصوّر، مورتي، سنگيت، رقص ۽ شاعريءَ تائين،
نزاڪت پُرنزاڪت زندگيءَ جي اِرتقا آهي!

اسان انبر جي راهن سان ملايو پُنءِ جي راهن کي،
اجا منزل ڪٿي آهي، سفر جي اِبتدا آهي!

جهُڪي جنهنجي ڪري شاهي، غريبي مرتبو پائي،
ڪينجهر ۾ گندري نوُريءَ سريکي ٻي بہ ڪا آهي؟

چون ٿا شيام تنهنجو قدر اڳتي ئي هلي ٿيندو،
تہ سچ سنڌيءَ جي لئہ زنده رهڻ جي هيءَ دعا آهي!





هڪ مصّور ڪي صديون ٿيون تہ هو ديوانو ٿيو،
هر جبل شيام اُنهيءَ بعد صنم خانو ٿيو!

عقل جي ڪانہ هلي، دل جي مڃي هرڪوئي،
آهہ ديواني پٽيان لوڪ ٿي ديوانو ٿيو!

بس زبان اٿئي ايئن بدلجي وئي ڳالهائيندي،
هاڻ پڌندي بہ تہ سمجهڻ جو نہ افسانو ٿيو!

ڪاڪ ٻهڪي ٿي، هُٿَي جيسين ڪنواري مومل،
هيءَ راڻي جي وڃي ٿي تہ هوُ ويرانو ٿيو!

مونکي ديدار کان محروم رکيو خودبينيءَ،
هوُند شيشي جي پٺين ساڻ نہ بتخانو ٿيو!





رڃ جي فريب ۾ نہ اچي، چا، ڪبُئہ ڪمال؟
جي اُڃ هجيئي ها تہ بچڻ هو گهڻو محال!

دنيا ۾ بيقرار ڪوئي، دربدر ڪوئي
هڪ خواب آهہ سکِ تي سمهڻ جو هتي خيال!

آيو تڏهن نہ موت، اچي هاڻ ڇا ڪندو
مشڪل اڳي جئڻ هو ۽ هائي مرڻ محال!

سج اُيرندي ٿي رات جي اوندهہ هٽي وئي
گهٽ آهہ روشني سو تہ آهي جدا سوال!

هڪ آڻ ڏني خوشيءَ جي امانت اتہ اِهي
ڳوڙهن ۾ منهنجي ڳول نہ تون رنج يا ملال!

آيو ڪٿانَ، هو ڪير ۽ ڪيڏانهن شيام ويو
ڪنهن کي ڏسي حيات بڻي منتظر سوال؟





رهي پتنگ جلائڻ جي شمع کي تي حَوسِ
نہ ڪِي بہ دل ۾ اتس، سڀ زبان تي ٿي آتس!

يلي هُما جو سَيَر پَرُ ۽ مڪ جو پَرُ آيرو
مگر ٻنهي کي رهي تي مٿي اُڏڻ جي حَوَس!

سنوار زندگي پنهنجي ڳچيءَ جو ڳٽ نہ بناءِ
مرڻ جي واسطي آتا! مرڻ نہ پنهنجي وس!

اُڏامندي تہ پکي ڪونہ چار ۾ ڦاٿو
سميٽي پَرَ ڪٿي وينو تڏهن ٿي پيد پيَسَ!

نہ چنڊ گود ۾ آيو نہ ڪو سُتارو، مگر
ٻنهي زمين جي ممتا کي ينيلايو آوس!

گل پٽيندي چُبيمر خار، ڪنهنکي ڪهل پئي
ڪنياڻين سيلهہ ۽ ڪوٽي پچيائين: هاڻ تہ بس؟

هٽِي نگاهہ محبّت نگاهہ پهرين ٿي
نگاهہ ٻي تي پٽي شيامہ هڪ نگاهہ حَوَس!





مُئلن مائهن جو هي مُلڪ جتي پٿّر جا پُتلا
موت جي گهرائيءَ سان جٿَن تي هڻَن مُشڪن بيٺا!

شهر جي چؤنڪن تي هي پٿلا ڏس ڪهڙين هستين جا
جن تي سرٽيون پاريهل ڪن ڪٿَن نہ وڻين جي وڪا!

جنجي بيڙي پرزا تي پئَي ساحل سان ٽڪرائي
چو نہ تباهيءَ پنهنجي تي ڪن واڪا؛ 'دريا! دريا!'

جسم تہ آزاديءَ جو ليڪن روح سندس مجبوري
اهڙو جڙو جيءُ ڪندو ڪي، ڪار سنوارينداو ڪا؟

چا، دريا جي پيشانيءَ جا گهنج هيون هي لهرون
غيرت وارا ساحل تان ئي چيو هڻَن موٽيا پياسا؟

ڪنهن لئہ جهاتي پاءِ اڙي اڪ، ڪونڪو جلوو پسنديںءَ
پردي وارا صرف بهانيٰ لئہ واجهائن ويٺا!

جيون شيام پهاڙ اُتاهون، ياري ياري پٿّر
ڪو بُت ساز هُجي تہ تراشي هاڻ نئَون دل وارا!





ڪجهہ جاڳ جو، ڪجهہ خواب جو نيڻن تي اثر آهہ
اوسيـــڙي يـري رات سـجـي عـين سـحــر آهـہ!

دل ڏانهـن نـهـاري تي جـگــر ڏانهن ڏٺائين
غـم ڏيـئَي ڏٺائين تي تـہ ڇا اُن جـو اثـر آهـہ!

وِچ سِير ۾ ٿي وهنـدي رهـي ناءَ اسان جي
ڪنهن ڪُن ۾ نہ پيئِي، نہ مليو ڪيس ڪپر آهـہ!

وِڪ وِڪ ڪـري چمڪات ۾ بجليءَ جي هليو هل
بـرسـات يـري رات، اڳيـان لـنبـو سفـر آهـہ!

پـرگهـور بـهـارن جـي نـظـر هيٺ تي ان جي
پلجي بہ خزان ڪي متان سـمجهين تہ نڌر آهـہ!

پتڪڻ جـي اها راهہ، رَسـڻ جـي بہ اها راهہ
دنيا تـا چئون جنهـنکي، عجيب راهگـذر آهـہ!

تدبيـر جـو پتـڪاءُ ڪـِہ تـقـدير جـي گـردش
ٿِرتانءِ هـتـي شـيـام نـہ ٿيـو ڪوئي بشـر آهـہ!





گل جي رنگ تي دل هرڪي، جو مون گل ڏانهن نهاريو
جيڪس اڪنڪتان ها، جي نہ سندس سرهاڻ ڏتاريو!

ڪنهن سان نئين سڃاڻپ ٿي، مون مرڪي هٿ وڌايو
ساڳئي نالي سان وابستہ، يادن يي ڪيڪاريو!

پياس نہ مٽندي پو بہ، جنّڻ جي لئہ پٽو ٿي پوندو
چوٿا هاريو؟ پاڻ ڪي چو تا اڄ وِگهي اِئن ماريو؟

باک ڦٽيءَ جي لاءِ دعائون گهُرندي رات گنوايو
اوندهہ ڪي نہ پِٽيو هٿن ويهي شمع اُٿي ڪا باريو!

ڪوئي ڏيهہ فقط ساٿيهہ نہ پر پرڏيهہ بہ آهي
سيني لاءِ بہ پنهنجو ناهي، ڪنهن لئہ ڏاريو ڏاريو!

واري واري چوڌاري، واري چوڌاري واري
رڻ اُتئو ڪنهن ڏوڙي ڦان تي پاٺيءَ لاءِ پڪاريو!

سنّاٽو ئي سنّاٽو، ڪو ڪونہ سگهي ڳالهائي
چرڪ پريو سنّاٽي، اوچتو باغيءَ ڪنهن للڪاريو!





سنگ نہ ساز نہ اُن سان لاڳ
هائي راڳ بڻيو ويراڳ!

سونُهن، پيار جو سدا بهار
پيار، سونُهن جو سدا سهاڳ!

هي ڪومل تن وچندڙ ساز
روُپ مڌر چڻ راڳ وهاڳ!

ڪنهن ڪل جي رنگين مراد
پوپٽ جي پيرن تي پَراڳ!

هيئَن پِني پيي جنهن ۾ جيِن،
اُن دُنيا جو ڪهڙو تياڳ؟

دک ۽ سک جون ڪنڌيون ڇڏ
جيون آهي سمنڊ آجهاڳ!

دل ۾ دونُهيون ڇا تہ دُکيون
نيڻن ورتو جڳَن ويراڳ!

مرڪي ڪنهن ڪڙڪي ڪولي
شيام ڪُليو اڄ ڪنهنجو ڀاڳ؟





اڳ اڻ چاتل ڪِرنئي لاءِ،
اونداهيءَ ۾ جهاتي پاءِ!

سرڳ ۽ نرڳ مُنَّن جي جاءِ
دنيا هيءَ ٿي جنَّرن لاءِ!

ڇورا ڪورا ۽ ڏُک ڊوڙ
هِت ٽِرٽانءُ نہ ڪا دلجاءِ!

منهنجي وس کان ٻاهر آهہ
پاڳل دل کي تون سمجهاءِ!

سُر سان صرف نہ ٿئي گانو
تال وٺي مُهرو بہ چُڪاءِ!

انبر سارو ممتا روُپ
آءُ آءُ ڪي پَرَ ڦهلاءِ!





روشني راهه تي، اِئين ناهي
راهه اُن ۾ملي، اِئين ناهي!

رات آهي اماس جي، ليڪن
تاهه ڪا روشني، اِئين ناهي!

منهنجي پيڙي ته تي ڪپر پيڙي
تاڪُئن گهٽ ڪٿي، اِئين ناهي!

شوقِ منزل گهٽي ڪي هو پرڪو
هليو همراهه تي، اِئين ناهي!

تنهنجي جهوزي ته جيءَ کي آهي
پر نه بي ڪا لڳي، اِئين ناهي!

تون جتان جو اتان جو مان به مگر
ڪا سڃاڻپ وڏي، اِئين ناهي!

مان پگس پئي ته غم چڏي پيچو
ڪا اڳيان هٿي خوشي، اِئين ناهي!

شيام غم کان نجات پائي، دل
ڪنهن طرح تي سُکي، اِئين ناهي!





دل کي ڄڃَرَ آئي، اک ڀِنيِ، ڇاهي!
اک ڀنـي دل جي تازگي، ڇاهـي!

عشق جـي دل رکـڻ لءِ پاڻ مُڙيو
هيڏَن هيئانهين حسن جي، ڇاهي!

ياڻءِ هـڪ مرڪـنـدڙ پـريـشـانـي
هيءَ اسان جي حيات ڀني، ڇاهي!

چنـڊ جي، رات جي چپن تي مِٺي
بس اِئين ئي پـرهـ ڦٽـي، ڇاهـي!

اهڙو غم جنهن جي واسطي خوش ٿي
دل لٽائي سڄـي خـوشـي، ڇاهي!

ڪـوبـ ويسـاهـ ساهـ تـي ناهـي
هـر گهڙي آخري گهڙي، ڇاهـي!

جن سـتـارن وسـائـي سـال تـيـا
تـن جي اَڄ رات روشـنـي، ڇاهـي!

درد کان پوءِ درد جـا ئـي گـيـت
درد ۾ شـيـام دلـڪـشـي، ڇاهـي!





رخ تو اِئـن بي رُخيءَ جو ڏيکاريو
پـاڻکـي پاڻ کـان لـڳان ڌاريـو!

ڏيئـي ٻـولـي ڪَـيُئَـم ويـچـارو
چـو پـڪارڻ تو ڪين سيـڪـاريـو!

مُنهن منجهان هوَنءَ تہ تي لڳا پنهنجا
ويهـي پـر ۾ ٻہ جن نہ ڪِـيـڪـاريو!

مـون ٿـي هـڪ ڪي فقط اُڪاريندين
مونـکي ٻـوڙي تو ناڪـتّـا، ماريو!

مـوت جي آرسي رکي سـامـهـون
زندگـيءَ چـا تـہ پـاڻ سينـگـاريـو!

تـو هـلـي شيام هن لءِ آئيـو جام
شـمـع هـڪ ٻي بہ وات تـي ٻاريـو!





تس تس ۾ حوَس جي ڇڻ هڪ سرڻي لهرائي
ڇا ڦوهه جوانيءَ ۾ رات آهه هنئَر آئي!

جذبات جي بيچيني، اُميد جي تنهائي
پرواز خيالن جو، توبن روح جي گهرائي!

ڪيڏي نہ جتن ساڻ تو دل منهنجي تي وندرائي
اڄ تنهنجي پٺيان آهي ساڳي ٿي اُداسائي!

هڪ هٿ تي رکي ڏيئو، پٺي ساڻ ڍڪي اُنکي
تو روشني ڦهلائي، هڪ زندگي چمڪائي!

سورج مُکي ٻڄي تو، سونهري ڪيو هر ڏينهن
۽ رات جي راڻي تي، هر رات بہ مهڪائي!

هيءَ چنڊ جي چانڊوڪي، رابيل جي خوشبو يي
جاڳن سي ٿي ماڻن، هن ساعت جي سياڳائي!

آئينو رکي سامهون، سينگار ڪيائين پئي
پر ڏيئي پٺي پڻ تو، اک مون ۾ ٿي اٽڪائي!

اي شيام اکيون ٻوٽي، بيخود هئين ڪنهن ڌن ۾
ڪو ساز هُئي شايد، چاهت جي اڪيلائي!





تو لڏ ڳوليم پڻي آڪاس،
پُنءِ مان آيو تنهنجو واس!

ڪيڏو پيارو هڪ سواس،
سواس ۾ آهي ڪنهنجو وِاس؟

شعر تہ آهي پُنءِ جي ذات،
منّي روح ڪي آئي راس!

عشق ڪي ٿاري ڳالهين ۾،
حسن چو بٺيو آهي اُداس؟

رات سريڪا نيڻ ملول،
ننڊ اُچاٽ، نگاهہ نراس!

گهر گهر لڳي پر گڏجڻ لاءِ،
مجبوريءَ جو هٿَن احساس!

مبهم خوشبو، ڪاري رات،
دل ۾ نامعلوم هراس!

شيام وهائڻ جان مُرڪي،
ڪاري رات جو رمز شناس!





ٿورڙي ڪل خوشي، گهٽي آهي!
ڪا ڪنوڻ ئي ڪنوي، گهٽي آهي!

موت ڪانپوءِ نہ آرزو ٻيءَ جي
آهي هيءَ زندگي، گهٽي آهي!

وڃ هوندي تہ اولڙو ٿيندو
مينهن جي هڪ ڪٽي، گهٽي آهي!

نيڻ ۾ لُڙڪ ٻئي جا، پنهنجو غم
پنهنجي پنهنجي خوشي، گهٽي آهي!

نہ آسين ئي اُهي نہ ڏينهن اُهي
هاڻ هيءَ بيخودي، گهٽي آهي!

ڪيس هو تنهنجي ٻي رخيءَ جو يقين
تو اڳيان دل شڪي، گهٽي آهي!

ڏک ونڊڻ لِءِ مِڙيا تہ ڏک وارا
آهي آهي خوشي، گهٽي آهي!

شيام دنيا بہ آهہ شِوَ جي برات
ڍنگ ۾ ننگ جي، گهٽي آهي!





تنهنجي موجودگيءَ جي خوشبو ۾
زندگي، زندگيءَ جي رنگيني!

ڪتڪتائيءَ تي ڪلڪي روپهلي
راڳڻي، راڳڻيءَ جي رنگيني!

سائي پيلي تي لال تي لڄ ڪان
دل لڳي، دل لڳيءَ جي رنگيني!

پهر پويون، چمڪ ستارن جي
خامشي، خامشيءَ جي رنگيني!

جهلملايو اکين ۾ آنسن شيام
بيوسي، بيوسيءَ جي رنگيني!





خاموشيءَ جو سَڏُ پڙلاءُ
هر ڏِس ڇڙڪ ڏنو ورجاءُ!

لنءَ لنءَ ۾ تارا ڇُڙڪيا
هيڪلي رات جو نرم ڇُهاءُ!

گل ته نه ها نزديڪ ڪٿي
پو به فضا ۾ ڇا ته هڳاءُ!

تنهنجو حسن ۽ تنهنجو خيال
پنهنجو ڪهڙو سرت سماءُ!

آئيني ۾ آئينو
جڳ جو حيرت ڀريو لقاءُ!

ويئـي ويل نـہ ورندي مـوُر
رهندو گذرئي جـو پـڇتـاءُ!

ڇا تيـو پيـر پريا گـپ ۾
جهوليءَ پيٽيوُن، هٿ هڳاءُ!

واعـظ جـو عمّـامو خـوب،
جوڳيءَ تي پيي ڏس تہ جڙاءُ!

قـول ڇنـي ويـنـين تـہ سـهي
پاڻهـي پونـدءِ پـو کـهـکـاءُ!

دل جي سـوڙهہ لهي ويـنـدءِ
آءُ کُلـئي اُپي هـيـنـان آءُ!

تـنهنجو گيت رسيلو شيام
جڳن راڌا جـو سهـج سُيـاءُ!





جي ٻہ وينا هُئَا، هُئَا دانا،
ڪنهنجي ايندي اُتيا تِي ديوانا؟

ڪٿان آيون هوا ۾ خوشبوُيُون،
ويا وسري گهڙيءَ لئہ ويرانا!

آگ آهي اجا ٻہ آگ آهي،
ٿيا جلي خاڪ صرف ڪک ڪانا!

شام فرقت اداس ۽ خاموش،
جهلملايا فضا ۾ افسانا!

هي انهن جي ٺي پٿرن جا پير،
جي اڏيا عشق پاڻ بتخانا!

ديد جون دعوتون ازل لاڪون،
پو بہ اڄ تائين نيڻ نيرانا!

ڳول فرصت تہ دل ڪريون آباد،
ڏينهن پن ۾ وسن نہ ويرانا!

هٿا پوپٽ اگر تتريل گل تي،
شمع روشن تي شيام پروانا!





ڪٿڻ اونده ۾ ساهہ تيو دشوار،
شمع ٻاري رکو مزار مزار!

سهسين طوفان، سهسين واچوڙا،
چا تہ ڌرتيءَ جي دل تي آهہ غبار!

ڪير ٻُڌندو ضمير جو آواز؟
رڙهي لوٽن مٿان رڙي پيو ٻار!

ڏين ڪن لاءِ امن جو پيغام،
ڪن ڏنو جنگ کي ٿي ڏين قرار!

آڏ سڙيل لاش، جنگ جو ميدان،
رات ڪاري، هڏي هڏي ۾ شرار!

مردو ڦوڪي مساڻ مان موٽيا،
مُنهن ۾ ماٺهن جي آمن جو اظهار!

ڪير هونئن جوت لاءِ سوچيندو؟
چانئجي چانئجي اجا انڌڪار!



○

اُجلِي نيڻن جي ڪارڻ،
نيڻ جي گهرا نينهن نياڻ!

ٽڙندي پن پن تي ويا قول،
سُرها سُرها جن جا پراڻ!

سناٽو ۽ هِت هُت آگ،
جيون، آڌيءَ رات مساڻ!

خون ۾ ڪفنايل هي لاش،
مذهب ۾ دفنائڻ ڪاڻ!

اهڙو آهه اسان جو پنڌ،
رهزن رهبر تي تيا سَاڻ!

اڻ پوُنيو تي هلندين ڪيئن،
جڳ ۾ پنهنجي راهه سڃاڻ!

ڪونه جڳَ جنو ڏانءُ ڏسي،
ماڻ حياتي پنهنجو پاڻ!

دنيا ساري غل غوغاءُ،
ڪومل تنهنجي شيام، رهاڻ!

○



سوُر تہ ساڻ اِئين جئن ’هاٿي‘
سک جي ساعت ياڻ ’سياٽي‘!

سچ تہَ پکي ۾ پنهنجي رهندي
قدر ڪڪن جو ڪونہ سڃاڻي!

ساگر موتي ماڻڪ، ليڪن
پاتاران ڪو پيهي آڻي!

ڪوئي سک جي خاطر ڀٽڪي
ڪو ڀٽڪڻ ۾ سک ماڻي!

راند اکين جي ڪيڏن ڪيئي
ڪوئي روح وروُنهن بہ ڄاڻي؟

ڇت ۾ سهسين سورج چمڪيا
جوت جلي جئن سانجهيءَ ٽاڻي!

ساگر جنهن کي ڇاتيءَ لائي
سو البيلو موجون ماڻي!

ڀرپائين هيءَ رات تہ ڪنجي
صبح جي ڳڻتي شيام سياڻي!





علم ڪُنڊي، زنجير حيات،
ڏيندي هيءَ تهذيب نجات؟

نچٽيون ڪنوٽيون سهٽيون پو بہ،
گهورڻ ڪيت اياٽي بات!

آپ جو سينو گهاوَ ئي گهاوَ،
ڪيڏي دل جي ڪاري رات!

هڏيون بہ پِي خطري جو چتاءُ،
هوڏي سخت ڪُتي جي ذات!

ڊپ، جئن طوطو پيجري بند،
سيخ ۾ چنبا، سهميل لات!

هر دَمُ، موت جو هڪ احسان،
ائتم يُگ ۾ شيام حيات!





چارڻ، سورٺ ناهي راڳ،
راڳ لُٽيو سورٺ جو سهاڳ!

چوڙيون پيچ نہ شهيد پنيان،
ڪامڻِ! تنهنجو آمر سهاڳ!

روح جي راحت لئہ ناهن،
جيءَ جهريل هن جڳ جا راڳ!

ڪيڏا بيڙا تي ويا غرق،
سمنڊ ڪلي ۽ ڳاڙي جهاڳ!

روئيءَ لاءِ چِتا جي آگ،
چمڪيا پيت يَريَنِ جا ياڳ!

صبح سفر ۽ شام جي اونَ،
روشن راهون، ڏنڏلا ماڳ!





ڏيري دم ڪڻ، ڏيري هل،
آهہ مجاز جو شيش محل!

ذره ذره سراپا سوز،
هرهڪ هڪ سورج منڊل!

هلڪو ڪلهہ يي هاڻ نہ هو،
اڄ تہ برابر آ بوجهل!

مانو سَر ۾ ڪاري رات،
باک ڦٽيءَ لئہ لڇي ڪنول!

حسن نظر جي چانوَ هئي،
راه عمل ۾ ڏينهن تتل!

لهر لهر ۾ لهر اُٿي،
هاڻ تہ هڪ طوفان اڇل!

دنيا ڪيڏي ويجهي آهه،
پت تي پاڻ نه چِٽ نڪتل!

رات جو راهني اڇٽو آهه،
جل جل، مشعل، جل جل جل!

شيام حيات جي حسن متان،
آهه آزل کان چريو آجل!





ڪونہ ڪنارن تي ويساهہ
پائيندو يي آ درياهہ!

هر هر هٿن اُپ ڏانهن نگاهہ
هاءِ، مُنيءَ دل جو ويساهہ!

مون وٽ تہ نہ تارا نہ چراغ
رستو آهي راتو واهہ!

رنگ رتي سرهاڻ متان
حرص پري گنجار سياهہ!

پوپٽ جا پر ٽوڙيئہ ڪيئن
ايڏو چو رنگين گُناهہ؟

رات جي راتي، ڪاري رات
هِت هُت خوشبوءُ جئن افواهه!

روئي عشق تيو خاموش
حسن ڪنيو هڪ سڪ جو ساهه!

ڳائجي اڄ موهن جو دڙو
ڪلهه تي هئي تهذيب تباهه!

وسريا ڏينهن، وسيا ها مينهن
هاڻ نه اُٿلي ڪو درياهه!

اُس ۾ لُڪ ۾ پنڌ سهي
واٽ تي آهه جهَجهي وڻراهه!

لُڙڪن ۾ ئي پيهي شيام
پائي سگهندين دل جو تاهه!





تنهنجو لاڏ پريو انداز،
دل ۾ چاهه، نظر ۾ ناز!

ناز به راز نياز به راز،
راز ٿي راز، سنڌءِ انداز!

لُنءَ لُنءَ ۾ آ جهيٽي جهانءِ،
ڪنهن آ چوريو دل جو ساز؟

محفل محفل شمع و سرود،
ڪهڙو سوز ۽ ساز تي ناز!

دل جي وس جو هو نه جٽڻ،
مرندي مهل کليو هي راز!

چنڊ نه لاهي ٻڪ، چڪورا!
چوڳي لاءِ به ڪَرَ پرواز!

رات جي دل جي ڌڙڪن شيام،
صبح جي آهٽ جو آواز!





چنڊ بيج جو سنهڙو سنهڙو
ساڪي آهه سهائي پک جو!

منهنجا آنسون ديپ ته ناهن
دک ڪان من به نه آهه اونداهو!

تون يي ڪر ڪا سچ جي سُس پُس
نعرو ڪو منصور به هٽندو!

نانءُ جئڻ هو چا اِنجو ئي
اوسيئڙو ئي اوسيئڙو هو!

تنهنجي ياد هئي اِئن دل ۾
گويا رڻ ۾ سج جو تڙڪو!

چمڪيا چمڪيا پيرا ڪنهنجا
نيٺ سفر ٿيو سؤڪو سؤڪو!

هاڻ ڪڪيءَ هائي نه مهائي،
سگ سمي جو سُرهو سُرهو!





تاهي خواب خيال جا ڪوٽ،
ڪيسين گهاريندين هٿن گهوٽ؟

قول ڇِٽي ڪرندا ٿي رهيا،
سؤ سؤ پوپٽ ڪهڙي اوٽ؟

ننڍڙي لڪ ڇپ، وڏڙي تياڳ،
تنهائيءَ جي اوٽ ۾ موت!

سڪ نہ هُتي هو، سچ هِتي،
لهر ڪپر تان ڪاڏي موٽ!

شيام اچي پئين ٿهڪن ۾،
غم تي پاڳلپڻ جي چوٽ!





سباجهو عشق، ڏني حسن سادگيءَ اُن جي
لطيف راز ٻڌايائين بيخودي اُن جي!

قدم قدم تي تڏيو پٽي نسيم غنچي کي
ڏسي ها ڪوئي انهيءَ دم شگفتگي اُن جي!

هٿي نگاهه جا پهريائين ترورو هلڪو
سڄي جهان تي اڄ چانئي روشني اُن جي!

اکين ۾ لُڙڪ سهي، پر چپن تي مشڪ هُئس
ٻکي تي ڪوڙي رُسامي ۾ سڪ سچي اُن جي!

سڏول جسم جو هر انگ راڳڻيءَ جو روپ
ڪمال نغمه هٿي شيام، خامشي اُن جي!





حسين دام ۾ ڪير هو جو نہ آيو؟
رڳو پاڻکي مون نہ پاڻهي ڇڏايو!

ڏسي مونکي دنيا ڪُڇيو ڪين، ليڪن
ستارن پڳي آڪ، گُلن مسڪرايو!

عجب ڍنگ آهن اوهانجي ڏسڻ جا
نہ ڏاريا لڳو ۽ نہ پنهنجو لڪايو!

أهي گُل هُٽَين ئي ڇَٽي هيٺ ڪِرندا
اکيون ڇو جهڪايو، ڇو دل کي سڪايو؟

صراحيءِ ۾ ساقيءَ جي آهي اجا ڀي
پيالو وڌايو، متان هٿ هٽايو!

غزل سان نياڻن وڏي ڳالهہ آهي
تخلص ۾ چاهي، نہ آيو نہ آيو!





اُتي چرکي، بس ڪاوڙي، مسڪرائي،
لِکي کنهن ڪَيَس پير تي ڪتڪتائي!

اُڏائِس تي عرشين، تو اک جَنَ ملائي
مگر ساگهڙيءَ تو نظر جَنَ جهڪائي!

وڇوڙي ۾ پهرينءَ نظر جون سنيارون،
ڪڏهن جي ڪتي ڳالهہ اڄ ياد آئي!

مونکي پنبڻين سان هوا پئَي ڪيائين،
الا، ننڊ نيڻن تي ڪنهن ويل ڇانئَي!

انهي آءَ آدُر کي ڪئَن پيار سمجهان،
ڪتي هاڻ ڪاوڙ آجائي سجائي!

هيَمر غم تہ ڪو حال محرم نہ آهي،
مگر حسن تنهنجي هيءَ هيڪلائي!

محبتَ کي ڇاتو تہ عشرت کي ڇاتو،
نہ پر ڪنهن ڏنو ڪيئَن اک هوءَ لڄائي!

ڪُليو ڪنهنجي چاهت ۾ ڳجهہ زندگيءَ جو،
سڏيون جنهنکي پنهنجي سا آهي پرائي!





جوين ۽ روپ ساڻ، امنگ آنگ آنگ ۾
من ۾ نچي امنگ، نچي من اُمنگ ۾!

من موهني تون ٻمورتي سنگيت ساز جي،
توکي ڏٺو ٻڌو تي مون طائوس چنگ ۾!

وارن ۾ سونهن رات جي، چهري ۾ چنڊ جي،
نيڻن ڏٺو هو توکي ته سپنن جي سنگ ۾!

ڇا رس ڀريي رهاڻ ۾ جهنڪار ماڪ جي،
ڏڙڪڻ ڪلين جي دل جي سنڌءِ انگ انگ ۾!

جڳ جي خوشي خوشي نه لڳي شيام، جيڪڏهن،
رڱجي نه بار بار اُمنگن جي رنگ ۾!



○

جيڏي پنهنجي سونهن لڪائي
ايڏي منهنجي دل هرڪائي!

ڪله تو مونکي ڪيڏو چينيو
آئيني کان آج لڄ آئي!

بيٺو چنڊ ۽ وقت به بيٺو
ويني ڪهڙا پور پچائي!

ساري سُرت وساري ويٺين
اهڙي ڪهڙي چيز وڃائي!

ڇت ۾ چنڊ لڪل، تيو پڙرو
مرڪي چانڊوڪي ڦهلائي!

○



چا تيو بند تيا ميخانا،
چشم ساقي جا ڇُلن پيمانا!

اڄ به ساڳيائي مَنَهه ڊاک پيريل،
لاهه اميد نه او مستانا!

هيءَ پنهنجن جي هٿَي پنهنجائي،
جو نه بيگانا لڳا بيگانا!

خاص پنهنجن لءِ رهيا ڏوراپا،
صرف ڌارين لءِ هٿَا شڪرانا!

حسن مغرور، محبت بيباڪ،
شمع پڄرائي، نچن پروانا!

شيام، نظرن ۾ چمن ها آباد،
ها اکين آڏو فقط ويرانا!





حُسن تہ ڪوئل! جادوءُ آهي
جادوءُ تنهنجي ڪوءُ ڪوءُ آهي!

ڪنڌ متي نرگس نہ ڪنيو، ڇو؟
پنهنجي اک جو جادوءُ آهي!

چيٽ پپهري، هير ڏکڻ جي
ڦهلي سوني خوشبوءُ آهي!

ويراني، ڪنڊيءَ تي ڳيرو
مان آهيان، هوءُ هوءُ آهي!

ٻي ڪا آهي دل جي ٻولي
هندي آهي نہ اُردوءُ آهي!

گنگا جمنا آمرت آمرت
ليڪن تنجُ تہ سنڌوءُ آهي!





دل جي معصوم هاڻ ٻي آهي
پر سندس اک سڃاڻ ٻي آهي!

نينهن جي هر نظر، نظر پهرين
سونهن ۾ نِت نواڻ ٻي آهي!

خامشي خامشي تہ آهہ، مگر
ٻن دلين جي رهاڻ ٻي آهي!

اڳ ۾ ايڏو جي آءُ ٻياءُ نہ هو
قرب ۾ هاڻ ڪاڻ ٻي آهي!

وقت ڪيڏا نہ گهاوَ ميساريا
دل ۾ پر پيڙ هاڻ ٻي آهي!





گھري اونده ۾ آئي گھرائي
برق بادل ۾ جيئن لھرائي.

گيت پنھنجو ئي گنگنائيندي
رات پرجي چو ذل اِئين آئي؟

ساڻ تنھنجو خيال يي نہ رھيو
ھاءِ تنھائي، ھھڙي تنھائي!

رات ڪاٽي آسان پنھي جاڳي
نيٺ ڪنھن ڪنھنجي ننڊ چورائي؟

شيام آندر ۾ چٽنگ چٽڪي پئي
باھ ڪجھہ بنسريءَ بہ پڙڪائي!





پڇيم مسڪرائڻ، گهرينم وٺين آلي
جهلي مون او چِتَ چور، چوري جهلي!

سنڌءِ ’قول بنگلو‘ ڏنو مون چڱيان
هئي گرچه خوشبو جي سوڙهي گلي!

جدائيءَ جو احساس هاڻي بہ تنگي
تيا ڏينهن مون پريت ڪان دل پَلي!

اها آهہ وچ وانگي روشن حيات
رڳو بيڪلِي، بيڪلِي، بيڪلِي!

تِڙي پييون مڪڙيون، ڏٺا گل تيا
آسر جي هوا آهہ شايد هلي!

چڏيندي چمن کو رکي حرف ويو
يلي گل بہ سوچي، کي سمجهي کلي!





نيڻن ۾ خوش خواب تي آيو هو ڪير؟
دل ۾ ٻڇي چاهه سمايو هو ڪير؟

سپنا سپنا نيڻ ته دل ياوَ ئي ياوَ
ڪچڙي ڪچڙي ننڊ تي ڇانيو هو ڪير؟

هوري هوري ماڪ پَئي پئي پَنءِ تي
چپ چپ پوئين رات جو آيو هو ڪير؟

پڙڪي جهت ۾ ڪڻَن نه وئي گل تي جوت
ڪاوڙجي ان ريت لڄايو هو ڪير؟

”شاعر آهي شيام“، چيائون تنهن ڏينهن
تنهن تي مرڪي ڪنهن ورجايو هو، ”ڪير؟“





مرڪي بند ڪلي تو ڪولي
ماڪيءَ جهڙي ٻولي ٻولي!

ماڪ پنا رابيل چنا تو
چنڊ وڇائي پنهنجي جهولي!

آخر سِڪ جي آندي آئي
ڦهريئَين ڇڪ جي ڇولي ڇولي!

نينهن ڪرائي ننڊ آبد جي
سورٺ سرُ ۾ ڏيئَي لولي!

پنهنجي رنگ ۾ خوش هرڪوئي
آهه حيات ٻه ڀانءِ ته ڀولي!

رلندي پئي رولاڪ ستارن
نوراني ٻولي ته نه رولي!





جي ڪٿي پنهنجو هٿ مون وڌايو پرين!
ڇو نہ پنهنجو پلؤ تو ڇڏايو پرين؟

هيٺ نظرون ڪري، مسڪرائي اِئين
حوصلو دل جو تو ئي وڌايو پرين!

چاهہ منهنجن اکين مان بکيو پئي، مگر
ڇوٗ تہ تنهنجن اکين ڪي لڪايو پرين!

روح تارن جو مستيءَ ۾ جهومڻ لڳو
جئَن ڪٿي نيڻ تو مسڪرايو پرين!

رات ڳالهين ڪندي چنڊ آڌيءَ لڙيو
دل ڪي ڪيڏو نہ وهمن ورايو پرين!

لڙڪ آيا فضا جي اکين ۾ تري
مرڪندي تو جڏهن موڪلايو پرين!





لنگهي مون اڳيان، پوءِ مُڙي تو نهاريو
پيءُ ياد ڪي يا هُيءَ ڪي وساريو؟

ڇتي وٽ، چني وٽ ڪو رابيل هڪڙو
مونکي چنڊ وَر ور ڪري پئي ڏتاريو!

هُيءَ صبح جو وار وتڙيل ائين ئي
گهٽو شام جو ڪين تو پئي لساريو!

ڪلي هڪ تڙي، رات هڪڙي وهائي
نہ معلوم چو ماڪ هئن هانءُ هاريو!

خموشي جي دل ۾ وچون چٽڪ لرزيون
اُتي شيام، اڏ رات ڪنهن پئي پڪاريو!





شيامر، مون ڪنهن تي هرڪ چو هاريو
هوند ڪوئل نہ هيئن ڪُونجاريو!

هيڪلائي ۽ چانڊني چپ چاپ
ڪجهہ تہ پئي ڪائنات ويچاريو!

چا نہ رابيل جي بکي خوشبوءِ
چنڊ اڄ ڪنهن کي پاسندو ڏاريو؟

سونهن ڪيڏي نہ اڄ ڪڍي سرهاڻ
هڪ نظر ۾ ئي جيءُ هبڪاريو!

چنڊ چوڏس جو ۽ شگفتہ گلاب
رات جيڪو مون ڪنهن کي ڏيکاريو!



هڪ ٿي اشارو پائي ڪُل ڪائنات چمڪي
نوري نگاهہ پوندي ڪن ۾ حيات چمڪي!

تنهنجي سنيار آئي دل جو ڪنول ٽڙي پيو
نڪتو ڪو ذڪر اهڙو جو بات بات چمڪي!

آواز رنگ لاتو ورتي خيال صورت
ڏاتر جي ذات چمڪي، شاعر جي تات چمڪي!

آڌيءَ سمي اچانڪ جرڪي پئي خموشي
اِئن مسڪرايو تارن اي شيام رات چمڪي!





دنيا جو سارو حسن اتم هڪ نهار ۾
ائن ٿي نظر وسيع سنڌءِ انتظار ۾!

لفظن ۾ آرزوءَ جي نزاڪت ڪٿان اچي
نازڪ سوال ٿئي ته ادا ٿئي نهار ۾!

پهچي سگهي نه جيڪا نظر تائين آرزو
لڙهندو ڏٺم انهيءَ ڪي ٿي لڙڪن جي ڌار ۾!

گل گل الڳ هجي ها، بڻي ها نه باغ باغ،
پوئين نه ها بهار ڪي وارن جي تار ۾!

آهي سنڌءِ چين تي اچان مرڪ مڌ ڀري
آهي ڪشش اچا به گلن ۾، بهار ۾!





اسين سوز ۾ ساز جو روپ ڏاريون
جلي دل مگر تند منڙي تنواريون!

ٻڌئين تون تہ خود زندگي ئي اسان جي
مگر زندگيءَ کي اسان ئي سنواريون!

لڳائي هيئَہ هڪ لڱا چٽنگ چت ۾
تيون پيبيون تيندون جڳاڻ جڳ ڏياريون!

وڏي رات آهي، پري صبح آهي
تہ ڪا شمع ٻاريون، ڪوئي ڪاج ساريون!

اڃا لاهيون چاڙهيون مگر ماڪ ٻڌجي
ڪڏهن گل ڪڏهن سج جي پاڪر ۾ گهاريون!





عشق نہ شال ڪڏهن ضد واري،
حسن آپالو هنجون هاري!

ڪاڪ جي ماڙي رات نہ چمڪي،
مومل ويني شمعون ٻاري!

چانڊوڪيءَ کي ٻاڪر پائي،
سونهن ستل هئي، ڪاڪ ڪناري!

گهاءُ رسيو جو نينهن جي دل کي،
چنڊ نہ ان جو ناءُ سهاري!

چهرو چنڊ، چڪور نگاهون،
مومل وَرَ جي واٽ نهاري!

آشائن جون شمعون گل ٿي،
دل ۾ وييون پارڻ پاري!

عشق آنڌي جو آنڌو رهندو،
حسن پاڻ کي سؤ سينگاري!





مسڪرايو تہ سهي، لڙڪ لڪايو تہ سهي؛
زندگيءَ ساڻ گلن وانگي نڀايو تہ سهي!

چمڪندو روپ نگر چاهہ جي چانڊوڪيءَ ۾
دل ڪي، ڪجھہ گھاوَ سهي، چنڊ ٻڏايو تہ سهي!

ياڳ جاڳي تہ ڪوئي درد بہ دل ۾ جاڳي
درد جي ذات ملي، ننڊ ڦٽايو تہ سهي!

اڻ ڳڻيا راز، سندس هڪ ئي نظر سان کلندا
ناز جي ننڊ مان نرگس کي جڳايو تہ سهي!

جاءِ رتنار چپن تي ڇا، دلين ۾ بہ ملي
پنهنجي هستيءَ کي مڌر گيت بڻايو تہ سهي!

سارو سنڌوُ تہ نہ ڪوئي بہ ڪڏهن پي سگھندو
ڪي پيالا تہ پيو، پياس بجھايو تہ سهي!

وهم جي واٽ ئي ويساهہ جي منزل تي چڙهي
پنڌ پورو تہ ٿئي، وک بہ وڌايو تہ سهي!

هي اڳيون شيام تہ ناهي، هوُ اڳيون شيام ڪٿي؟
غم جانان! غم دوران! ڪي ٻڌايو تہ سهي!





ڪونہ تارن جو ڪو ٻڌيو همہ راز
ڪنهنجي دک سک ۾ ڪين سوز نہ ساز!

غنچي غنچي جو همزبان ٻڌجي
چپ ۾ سرهو ٻڌان پيو آواز!

هر نظر غور سان تڪيان وينو
آنءُ چاڻان اڪين جو راز ۽ ناز!

آسمان آهہ حد نگاهن جي
دور ان کان خيال جو پرواز!

تيڻ ٻوٽيل ۽ منهن تي خاموشي
شيامہ ڪنهن سان تہ آهہ راز نياز!





ڪونہ تارن جو ڪنهن ٻڌو آواز،
ڪوئي تقدير جو سلي ڪٿَن راز؟

گل بہ پنهنجا، بهار بي پنهنجو،
پهرين پهرين جڏهن ڪيم پرواز!

بار ڪٽڻو پيو زماني جو،
دل تہ چاهيو ڪٽڻ تي ڪنهنجو تاز!

هاءِ، دنيا ڪي، ڪو اڪيون ٻوٽي،
ڪيسين تائين ڪندو نظر انداز!

شيام ڇا خامُشيءَ مان تنگ اچي،
آهہ ڇيڙيو وري تو غم جو ساز؟





ڦِرڻ رنگ پويان، ملڻ بُوءِ گل سان
رهان هوند رولاڪ بڻجي صبا جيان!

هوائون نہ لڳنديون مگر شيام ڏسجنءِ
متان ماڪ چلڪي ڪنول جي گلن تان!

چوين تو تہ اپ ۾ مان ٽُٽو آهہ تارو
لڳي تو تہ ڳوڙهو ڳڙيو ڪنهن جي اک مان!

زماني جا آهن ستايل سييئَي
پڇي حال پڇندين، پرينِ! ڪنهن ڪان ڪنهن ڪان؟

زمانو اسان کي مِٽائي نہ سگهندو
مليو آهہ خود ڪيس نالو اسان کان!

ڏسيان توکي اڄ پنهنجون ڳالهيون تو جيڪي
سياڻي اُهي ئي ٻين کي تون ڏسجان!

سين شيام کي پنهنجو همراهہ ڀانيو
هيو چنڊ جو گڏ هليو پئي سين سان!





محبت بگاڙيو، صحبت سنواريو،
حقيقت ۾ ڪنهن پي نہ جيتيو نہ هاريو!

چمن مان لنگهڻ وقت پانيان پيو، چڻ،
گلن جي وِٽي اوٽِ ڪنهن پٽي نهاريو!

هُيَءَ صبح جو وار وٽڙيل اهي ٿي،
گهٽو شام جو ڪين تو پٽي سنواريو!

اِئين ويٺي ويٺي چو بيچين ٿي دل،
نگاهن نگاهن ۾ چا ڪنهن پڪاريو؟

ڪٿي ڪوڪ ڪوئل ڏنو دل پڙاڏو،
هنٽي چاٽ بادل اکين نير هاريو!

نہ ڪنهن پٽي نموني نٽائي سگهين ها،
ڪلي ڳالهہ ڪي شيام تو خوب تاريو!





پرين! ننڊ ۾ پڻ مون توکي پڪاريو
ڪٿي اڪ نہ تو خواب ۾ پي نهاريو!

وري رات آئي مگر تون نہ آئين،
مونکي خواب سمجهي تو شايد وساريو!

غمن ٿي غمن کي سنياري سنياري
نہ پيچ زندگيءَ ۾ مون چا چا وساريو!

ڏبي رات کي موت سڏڪن ۾ ساري
ڪلي ڪنهن نموني اسان ڏينهن گهاريو!

اکين ڪان لڪي، دل ۾ پائي ليا ڪو
ستل زندگيءَ کي اچي ڪنهن اٿاريو؟

ڪرن لڙڪ جئن جئن، تين ذرو ذرو
سڄڻ! تنهجي غم زندگيءَ کي سنواريو!





آئين، ڪيڪاريئہ ڪلي پر هاڻ مان
گفتگو توسان ڪريان، توکي ڏسان؟

شعر پڙّي سوچيم جڏهن در مان گهڙيئين
ڪي بڻيو يا بڻجي بگڙيو، ڪئن چوان؟

ننڍڙي لاڪون اتم توکي ڏنو
هيءَ ڪشش تو ۾ هنئر آئي ڪٿان؟

پيري پيري سان جڏهن توکي ڏٺم
ڪجھ ڪٿل پانيو مون پنهنجو پاڻ مان!

ننڊ مان هر صبح جو اٿندي، پرين
شام نظرن ۾ رهي هڪ خواب جان!

نيڻ لڙڪن وانگي چمڪائي ويون
جي خوشيءَ جون ساعتون گهاريون اسان!





پيون ياد جڏهن رات تنهنجون رهاڻيون
ڪديم چنڊ سان تنهنجون ڳالهيون پراڻيون!

انهن مرم مارين لچارين اکين جون،
پڇاڻون نہ وسريون، نہ وسريون وراڻيون!

ڪڙيو چنڊ موتي نہ سو سج تي اُيريو
تڪيندي ٿيا ڏينهن، راتيون وهاڻيون!

مٺيون صحبتون، ساهہ جن لئہ سڪي پيو
وري ڪيئن ماڻيون، ڪٿان ڪين آڻيون؟

ڪٿان آڻيون روشن گهڙيون زندگيءَ جون
نظر پيئي جنهن مهل شمعون وساڻيون!





ٻڏل دل کي آخر ۾ تاري ڇڏيوسين،
لڙهيل کي لڳائي ڪناري ڇڏيوسين!

ڪنارو ڪيوسين ٿي لهرن کان، ليڪن،
ڪنارو سندن ئي سهاري ڇڏيوسين!

جلي پاڻ تنها ٻه گل ٽيندي ٽيندي،
هزارن چراغن کي ٻاري ڇڏيوسين!

لڳائي هيئڙ چٽنگ هڪ جا، انهيءَ مان،
هزارن چراغن کي ٻاري ڇڏيوسين!

هئاسين ته شعلا مگر ضبط ڏاري،
گلن ساڻ وڻ وڻ سنواري ڇڏيوسين!

تصور سان تنهنجي نه جو جام چمڪيو،
چپن تائين آئي ٻه هاري ڇڏيوسين!

ڪڏهن ياد تنهنجي، ڪڏهن ذڪر تنهنجو،
الا، وقت ڪئن ڪئن گذاري ڇڏيوسين!





جو سيني ۾ چٽڪي اٿم زخم ذاتي،
مگر پيڙ آهي منجهس ڪائناتي!

ڪڏهن پاند گل کان بچائڻ هو سهنجو،
هنئَر چٽنگ چوليءَ ۾ آهيم پاتي!

غمن جي حقيقت، خوشيءَ جو تصور،
اِهائي حياتي، اِهائي حياتي!

زماني جي غل ۾ ٻڌڻ ۾ نہ آئي،
مڌر راڳڻي ڪا نہ پئي دل بہ ڳاتي!

هتّا ٻول منهنجا ۽ مفهوم تنهنجو،
نہ ڪنهن راڳ ۽ ساز جي رمز ڄاتي!





اهي نگاهون، اهي آدائون، اهي اِشارا اجان بہ آهن،
مٺي محبّت جا زندگي لءِ، سہر سهارا اجان بہ آهن!

دلين ۾ نيڻن ۾ پهہ نرالا، نوان نظارا اجان بہ آهن،
انڌاري آهي نہ رات غم جي، ڪڙيل ستارا اجان بہ آهن!

ڳهليون غمن جون هوائون جڳن ٿي، ترڙي پيون ڪي ڪليون دلين جون،
خزان جي موسم تہ آهہ، ليڪن ڪي قول پيارا اجان بہ آهن!

ڪٿي نہ ڪنهن ۾ ڪٿي جي روشن، انڌاري رهندي نہ وانڻ ساٿي،
هوا جي جهونڪن ڏيا وسايا، تہ چنڊ تارا اجان بہ آهن!

وطن ڇڏڻ وقت مون ٿي سمجهيو، ڪندو نہ پلجي ڪو ياد، ليڪن،
اياز، احسان، راز پارا، ڪي قرب وارا اجان بہ آهن!*



* شيخ مبارڪ اياز، احسان احمد بدوي مرحوم ۽ شيخ عبدالرزاق راز مرحوم.



پنھنجو پنھنجو سوُر سِين کي، ھرڪو پنھنجو سوُر سٺائي،
ڪوئي ڪنھن جي پيڙ نہ ڄاڻي، جيسين پاڻ بہ ساڳي چوٽ نہ کائي!

پنڌ تہ راھي ڪن پر ڪوئي، گس بہ سجھي ڪو دڳ پيي لائي
چنڊ ۽ سج جي بستيءَ ۾ ھئَن، اوندھہ ڪٿَن تي ڪير ٻڌائي؟

شاخ شاخ کي چٽنگ نہ لڳندي، ممڻ نہ مچندو ٻيو ڇا ٿيندو
غنچا ڪيسين غنچا رھندا، ڪيسين سگھندا آگ دٻائي؟

عشق نہ پروانن جي دل ۾، پياس نہ آگ پيڻ جي تن کي!
پوءِ بہ شمع جي پيماني وٽ، ڇا ڪان ھرڪو ڦيرا پائي؟

پل تہ سوَن ۾ سياڻا گڏجي، تڪڙو قدم وڌائڻ چاھن
جيسين سر ۾ سؤدا ناھي، موُر نہ سگھندا منزل پائي!

آخر ڳالھہ ۾ آھي ڇا، جو چنڊ ٻٽي ٻُتِ مات ۾ آھي
ڍنڍ جي بيٺل پاڻيءَ ۾ اڄ، اڄ تہ ڏسون پٿر اڇلائي!

ڪنھن ڪنھن خاص گھڙيءَ جي ڪارڻ، ماٺھو ڪونہ ٿو سڄي ماٺھو
ھرڪنھن خاص شخص جي پويان، پورو يگ تو نالو پائيُ!





ڪجهہ وڃائڻ بہ تا پائڻ وارا،
ڇا نہ پائڻ تا گنوائڻ وارا؟

تي رهيا عشق ۾ موڳا موڳا،
رنگ محفل ۾ ڄمائڻ وارا!

نينهن ڪي سونهن سريڪو تہ ٻڌاءِ،
سونهن وٽ نينهنُ پُڄائڻ وارا!

هاءِ، سنگدل ڪي بہ رُئاري وينئن
روئي احوال ٻُڌائڻ وارا!

بارُ راحت جو بہ ڪٽندو ڪو ڪو،
قصو سورن جو سڻائڻ وارا!

ثابتي ماڪ نہ تر دامن جي
گل تي الزام لڳائڻ وارا!

ٻوٽو ٻاريئہ ٻہ تہ کھڙو ٻاريئہ؟<br>
آڳ ڳل ساڻ لڳائڻ وارا!

رويو روئندين تہ ڏسي چا سگھندين،<br>
نور نيڻن جو گنوائڻ وارا!

اڳيرو پاڻ نہ دنيا کان تيءُ،<br>
اڳتي دنيا کي وڌائڻ وارا!

هر آنڌارو تہ آنڌارو ناهي،<br>
نور جي مام ڀُلائڻ وارا!

موتَ جا ئي تہ فرشتا ها شيام،<br>
دڳ حياتيءَ کي لڳائڻ وارا!





پاڻُ نظرن کان لڪائڻ وارا!
آءُ نيڻن ۾ سمائڻ وارا!

’روح سان راس رچائڻ وارا!‘
آءُ نيڻن کي سڪائڻ وارا!

ديد دعوت ۽ خموشي حجت،
نہ سڏائي بہ سڏائڻ وارا!

تون ئي چؤ ڇا نہ لڪايئہ مون کان؟
دل جو احوال ٻُڌائڻ وارا!

صدقي، اِن ريت ورائي تہ نهار،
ائن او مجبور چوائڻ وارا!

پنهنجي ديواني جواني تہ سنيال،
مرڪي مرڪي بہ نچائڻ وارا!

ڏيتهن ڪيڏا نہ تيا اَڄ وڇڙئي،
ياد آئين ڇو ڀُلائڻ وارا!

ڀونءِ جا ڇپ بہ ڦُٽي پيا آهن،
سمنڊ تي مينهن وسائڻ وارا!

روح منهنجو بہ انڌيري ۾ رُلي،
جوت تارن جي جلائڻ وارا!

ايڏو گنڀير تي ڪٿَن تو ڳاتو؟
لوچ لُنءَ لُنءَ ۾ لڳائڻ وارا!

سر ڏئي مان تہ بٽيس راءِ ڏياچ
ڇاتو ڳاتو پئي ڳائڻ وارا؟





مون چڱِي شمعِ فڪر ٻاري رات
ڪامندي ڪامندي گذاريِ رات!

شام کان غرق هوس اوندهہ ۾
پئي جلي شمع سا بہ ساريِ رات!

شمع ٻرندي ٿِي ٿِي پيو روشن
رات ڪيڏي نہ هئي انڌاريِ رات!

نُور تارن جو ڀي ڪو نُور آهي؟
چنڊ ڌاران ٿِي رات ڪاريِ رات!

چٽنگون چٽگون بدن ستارن جا
ڏس، جلِي پسم ٿئي نہ ساري رات!





گلزار ۾ گلن جون اکيون شبنمي ڏسان
بلبل چمن کان دور، آلا، تڙقندي ڏسان!

تر جون پٽون پري ۽ پري سنڌ جون پٽون
اڄ پاڻ وٽ کو شاهه نه کا مارئي ڏسان!

مون لک کٿيا سڌا جي ٿين هي کڏون کُپا
فرصت ڏئي زمين ته اپ ڏانهن پيي ڏسان!

سپڻ جون سندريون نه کهاڻين جون ڪامنيون
سايبا سجاڳ ۾ نه جهلڪ حسن جي ڏسان!

توڏانهن هئَن تکيان پيو ناراض ٿين متان
مان پاڻکي تو تنهنجي اکين ۾ ڏسي ڏسان!





نہ فرشتن ۾ نہ حيوانن ۾،
هوندو اِنسان تہ اِنسانن ۾!

روشنيءَ صبح جي تارن ۾ ڪٿي؟
زندگيءَ ڳول نہ شمشانن ۾!

لهرون ٽڪرائي رهيون ساحل سان،
آمن ساحل تي نہ طوفانن ۾!

مُنهن ڏني جي ٿي اتن پريت او شمع،
هجر جو تاب نہ پروانن ۾!

پنکڙيون ويڙهيون ٽڙي پکڙي نيٺ،
گل بہ رهندا وڃي افسانن ۾!





نگاهن، آدائن، اِشارن جي ٻولي!
نئين آهه نت ناز وارن جِي ٻولِي!

نه سمجهي سگهيو پيو ڪوئي حسن ڏاران،
تمنا پري نينهن وارن جي ٻولِي؟

مٺي آهه ڪوئل جي ڪُوڪو مٺي آهه،
مٺي آهه سچ بيقرارن جي ٻولي!

لکيل چاهي لالا جي هر هڪ ورق تي،
پڙهي پي ڪوئي داغدارن جي ٻولِي!

مٽيءَ جي ذرن جو نه ڪجهه راز سل تون،
ڏکي ناهه سمجهڻ ستارن جي ٻولِي!

خزان حال اوري نه ڪنهن ساڻ اوري،
سيئي سکيا جي بهارن جي ٻولِي!

آلا، ائن نه ٿئي جو ڪتابن ۾ پڙهجي،
نه هئي سنڌ ۾ سنڌ وارن جِي ٻولِي!





سڄي جهانَ جي اوندهہ جي زور لائيندي
تہ ڇا چراغ اسان جو ڪوئي وِسائيندي؟

لهِي جي ڏينهن ويو پوءِ بہ پڙ نہ اوندهہ جو
اسانجِي رات ستارن سان جڳمڳائيندي!

شعور منهنجو اُجالي جا گيت ڳائيندو
نگاهہ منهنجِي مسلسل ڏيا جلائيندِي!

اسانجا پير اکين تي رکڻ لي ماندِي آهہ
اسان کي واٽ ڇڪي توڙ تي رسائيندِي!

يلي تہ هيبتِي صورت بڻائي اڄ شيطان
سندس شبيهہ نہ انسان کي ڏڪائيندِي!

ٿيو ڇا موت جو گهيرو پيو جي چؤڦيرو
حيات نيٺ مٿس شيامہ سوپ پائيندِي!





بهار ۾ بہ ڪڏهن تازگي نہ هوندي آهہ!
گلن جي هوندي بہ ڪا دلڪشي نہ هوندي آهہ!

ڪڏهن حيات ۾ آهڙيون بہ تيون تين راتيون
برن چراغ بہ پر روشني نہ هوندي آهہ!

ڪڏهن ڪڏهن تہ محبت ۾. ائن بہ ٿيو آهي
ملي مٺن سان بہ دل ۾ خوشي نہ هوندي آهہ!

نہ اون ڪنهنجي اچڻ جي نہ غم گذاري جو
تڏهن بہ رات سجي ننڊ ئي نہ هوندي آهہ!

اڪين مان لڙڪ وهن چو الائي هانءُ ٻڏي
اگرچہ آهڙي تہ ڪا ڳالهہ ٻي نہ هوندي آهہ!



○

مُرڪ راحت ڪي جنهن ڏني هوندي
درد ۾ دل سندس ڀني هوندي!

پيار دل ۾ ته سونهن دنيا ۾
شمع هوندي ته روشني هوندي!

ڇا فقط ڏوڙ آهه ڌرتيءَ تي
چنڊ تي صرف چانڊني هوندي؟

غم ته غم پر خوشي به هيڪاندي
حد ٽپڻ کان ئي دل ڊني هوندي!

سواس تنهنجو ڇو شيام اُڪٽيل آهه
پيار جي تند ڪنهن ڇني هوندي؟

○



برق سان پنهنجو قدم شيام ملائين ته ميان!
آسمانن تي چڙهي وارو وچائين ته ميان!

خوش بياني جي گل افشاني منجهان ڇا ورندو،
ڌوڙ شهراه عمل ۾ جي اُڏائين ته ميان!

جهوٽو سچ چنڊ ۽ تارن جو نظام آهه فريب،
رات ۽ ڏينهن جي معنيٰ ٿي مٽائين ته ميان!

آدميت جو حسين چهرو ڪيو جنهن بدزيب،
صاف سو داغ غلاميءَ جو مٽائين ته ميان!

پيڙي اِنسان ڪي انسان هي اونده ته ڏسو،
ڪنهن طرح شمع مساوات جڳائين ته ميان!

آهه چيني ڪوئي روسي ته ڪوئي امريڪي،
آدمي زاد کي اِنسان بڻائين ته ميان!

ڪهڙي دنيا کي خبر آهه ڇا تنهنجي دل ۾،
پنهنجي دل جو تون ئِي اندازو لڳائين تہ مڃانءِ!

پاڻ کان پاڻ ڍڪيءُ پرده وجهي ڏاهپ جو،
ڪنهن طرح پرده اهو وچ مان هٽائين تہ مڃانءِ!

لڙڪ اکڙين مان لڙي ڳل تي ڪرن اڳ ان کان،
مسڪراهٽ کي لبن تي جي نچائين تہ مڃانءِ!

شيام خود موت ٻڏي مست ٿي جهومِي ۽ نچي،
زندگيءَ جي سا مڌر راڳڻِي ڳائين تہ مڃانءِ!





هڪ سُرڪ سان بي سڌ نہ بڻايانءِ تہ چئجانءِ!
جي سرت سموري نہ پلايانءِ تہ چئجانءِ!

لڙڪن ۾ جهلڪ جي نہ پسايانءِ تہ چئجانءِ،
غم کي بہ جي دلڪش نہ بڻايانءِ تہ چئجانءِ!

تنهنجِي اچا ننڍاڪڙِي مکڙين جي جوانِي،
هيءَ ننڊ مٺِي جي نہ ڦٽايانءِ تہ چئجانءِ!

گل سرخ ڪرن زرد ڳلن تي هُو اکين مان،
رتنار سرءُ جي نہ بڻايانءِ تہ چئجانءِ!

هن حال حقيقت کي جي هڪ خواب بڻايان،
۽ خواب حقيقت ۾ مٽايانءِ تہ چئجانءِ!

هاريندڙِ رهي لڙڪ، جا دنيا جي ستم کان،
اُن دل کي نہ جي شيام کلايانءِ تہ چئجانءِ!





ستارن سان خوابن کي بيشڪ سجاءِ،
حقيقت کي پي ڪجهه تہ روشن بڻاءِ!

هنئَر پار ناهين وڏي ٿئَين جوان،
مڙي چا ڏسين ٿو؟ اڳيان وک وڌاءِ!

نہ جو ٿي سگهي وقت سان هم قدم،
انهيءَ جي رهڻ لاءِ جڳ ۾ نہ جاءِ!

گهڻو پنهنجي قسمت تي رودن ڪيُو،
هنئَر آفتن جي مٿان مسڪراءِ!

مِٽائي محبت سنواري تي نيت،
بگاڙي ائين تون حياتي بڻاءِ!

الائي تو ڪهڙي ڪنئَي ڳالهہ شيام،
اچي سمجهہ ۾ پي نہ تِي پر ٻڌاءِ!





چو ستارن تي ائين جهاتيون لڪي پاتيون، هاءِ.
رات جي پردي پٺيان اڄ نه ملاقاتيون، هاءِ.

پوهه جون سرد سهايون ۽ اڪيليون راتيون،
منگهه مان ڪمري اندر چنڊ وجهي جهاتيون، هاءِ.

سرد، خاموش، سيه مست ۽ من موهيندڙ،
هاءِ سي پيار سندا ڏينهن ۽ برساتيون، هاءِ.

ڀهڪندڙ چهري متان وار هوُ ڪارا ڪارا،
هاءِ سي حسن جون راتيون ۽ سي پرياتيون، هاءِ.

منهنجي گيتن جي نزاڪت تو بنان سڀ ضايع،
جئن سياري جون سڄيون چنڊ چٽيون راتيون، هاءِ.





دل هٿَن ملول ڇا لاءِ ڀلا پانڻجي پٽِي
محفل تہ اڳ ڪان سرس سوا پانڻجي پٽِي!

هر شخص ڏس تہ ڪٿَن نہ ڪٽي سست سست ساهہ
شايد مرڻ ۾ دير ذرا پانڻجي پٽِي!

جٽَرا ۽ جاڳندا ڪئين مُردا ٿرن پيا
دنيا تہ ناهہ سرد ڇتا پانڻجي پٽِي!

اِنسان جو هي خون وهي پل اجا وهي
سرخيءَ جي لوڙ جڳ کي اجا پانڻجي پٽِي!

ڇا زلزلن جا خوف ڀريا پيا ٻجهن ڏڪاوَ
ٽڪر ۾ زندگيءَ سان فنا پانڻجي پٽِي!

ڪوچنڊ ۾ نہ تار نہ ڪمي سج جي تاوَ ۾
بدليل زمين جِي بہ هوا پانڻجي پٽِي!

ڪيڏي نہ ڏيمي پوءِ بہ ڪيڏي نہ تند تيز
ڇا چال انقلاب جِي ڇا پانڻجي پٽِي!

ڦرندي تہ لفظ لفظ جِي معنيٰ ڦري وٺي
ساڳي ٿي ڳالهہ ڳالهہ جدا پانڻجي پٽِي!

گذريل جڳن جِي ڇانوَ پيل آهہ اڄ تي شيامؔ
هر ڳالهہ جٽڪ ڏند-ڪٿا پانڻجي پٽِي!





باھہ مجبور جيَ محفل کي لڳايون، ساقيا
جوت جا دل جي وسائڻ سا جلايون، ساقيا

ڇا ٿيو ساز پڳل آھہ تون ڇيڙينس ڪٿي،
ڪنھن طرح ڏيان تہ محفل جو چڪايون، ساقيا

ڪيسين ائن راھہ جي ڪنڊن ڪان بچائيندين قدم،
خون سان تن کي بہ رنگين بڻايون، ساقيا

آھہ اِنسان جي سر تي جو غلاميءَ جو داغ،
صاف سو داغ غلاميءَ جو مٽايون، ساقيا

جنھن اڳيان چنڊ ۽ سورج بہ لڳن شيام ٿڪا،
جوت سنسار ۾ اھڙي ڪا جڳايون، ساقيا





توکي بهار جو قسم، جام تي جام ڏي پري،
دؤر فلڪ نہ روز روز هيٺَن تو ساقيا وري!

ڪالهہ وسامي جا وئي، شمع فقط اها نہ هِي،
سيني ۾ هر پتنگ جي شمع تہ اڄ بہ تي ٻري!

آهِہ عجيب سربسر عشق ۾ بي خوديءَ جو خواب،
آگ تي ڏس تہ ڪٿَن منٻي ننڊ پتنگ تو ڪري!

پاند ۾ ڪائنات جي لعل سوين لڪين پريل،
تنهنجي اکين مان لال لڙڪ، ڇو ٿا ڪرن ذري ذري؟

منزل خوش نما تڪين، راهہ جون رنڊڪون ڳڻين،
پير ڪٽڻ سان پهچندين، شام وهڻ مان ڇا وري؟





ساراهه ڪريان راهزنيءَ جي ڇا عطا جي
خدمت تو سرانجام ڏيان راهنما جيِ!

ڪامل نہ گناهن ۾ نہ تقويٰ ۾ مڪمل
افسوس، ملي پشت نہ شيطان نہ خدا جيِ!

اک لڙڪ سان، منهن مرڪ پريو، آيا چمن ۾
ٻڌندي ئي صدا گل، اجهو شبنم ۽ صبا جيِ!

آزي نہ ڪر اي عيش، مليئيِ سو وٺي پيءُ
جنّن گل جيِ ڪٽوريِ نہ تئي جمنِي گدا جيِ!

ڇتڪايو حسين ڇهري تي چڻ شيام گلاب آهہ
ڏس حسن جي دريا ۾ اُٿي لهر حيا جيِ!





نردوش بدن چندر ڪِرڻ پاڻ پسائي
ان سونهن جي قابل نہ سگھان گيت بڻائي!

يڪسان انڌاري ۾ اچي پامنيِ مورت!
پرڪاش ۾ ڇايا جِي ڇڏيءِ ڇار وڇائي!

پياريون ۽ لڄاريون جي اکيون ڪاريون ھي تنھنجون
اڌ رات سندن اوٽ وٺي سج ڪي لڄائي!

جيسين ھي سنڌءِ روپ ۽ ھيءَ منھنجي نظر آھہ
گل پينگھو بڻي توکي مٺي ننڊ ڪرائي!

ھن دل کي ڏٺائين چو نہ ڪِي نوُر نہ ڪِي رنگ
چمڪائي جو ذرن کي، گلن کي تو کلائي!





تاريءَ تي گل، گل تي شبنم، شبنم تي چانڊوڪي
جيسين جئندس ساريندس پيو مان رات اها ڪالهوڪي!

روپا پل ۾ پر دريا جي، گونجيا گيت فضا ۾
سونهن ۾ سڪ جي ڇا ته انوکي محفل سا راتوڪي!

هيٺ اکيون ۾ پيشانيءَ تي اوُجل اوُجل موتي
وڻ جي ڪڙ ڪڙ پيي جوين جي ڇا چنچلتا روڪي؟

تون ته نه آئين پر اڄ تنهنجو سپنو به نه آيو، ڇو؟
راهه سندس ڪنهن روڪي يا ڪيس به ڪنهن سمجهايو ڪي؟





پاڻ انڪار ڪَرين، زور ڀرين پاڻ پِئَي
جيڪڏهن چاهين نہ ٿِي اڻين ڏسين چاڪاڻ پئِي؟

درد بي چين ڪَئيٰ لوڪ جي لڄ ڪان نہ ڪُجي
دل ۾ ڇا سمجهہ ڀريءَ سونهن جي ڇڪتاڻ پئِي!

مون نہ ٿي سمجهيو تہ ايڏي اتم دل توسان
مون ڇيو رسُ بس ڀلي رسُ ڪا اتم ڪاڻ پئَي؟

بس ملاقات جي ڏينهن جي بہ ٿيٰ شام اچي،
وقت چاڪي ٿا چوَن جاڻ اها هاڻ پئِي!

زندگِي ٿهڪ نہ پر شيام ٽنولِي آهي
اڳي سوچيندو هُئس هاڻ مگر جاڻ پئِي!



وعدي جي رات ويَم پاءُ پلڪ تند ڪٽي
عمر ير وصل جي اميد لءِ سا ويڻ ٻٽي!

خالي خالي ٿو لڳي ڏينهن اُجڙ رات لڳي
منهنجي ير ۾ اچي ويٺو ئي هئين دير گهٽي!

نه ستارن ۾ ئي چُرپُر نه هلي منهنجو پساهه
ڏس تون ئِي درد فراق! آهه رهي رات گهٽي؟

چمڪندو ڏ سجي ٿو چپر تي وهائوُ تارو
هجر جي رات ڪتي ڪيئن مون ڇاتي تو ڏٺي!

عشق جي غم جو فقط بار ٿي ياري ناهي
حسن جو لچڪي بدن بار نزاڪت جو ڪٽي!

ڇا جي رعنائي هجي ها نه اگر رنگيني
گل بنا ماڪ به ڇا ڪنهن کي ڪڏهن شيام وٽي؟

○



ادا شوخ چنچل معطّر بدن جي
وراڪا ڏٺي صحن ۾ بُو چمن جيِ!

سندس عضوو عضوو نزاڪت
لڳي ڪايا مومل جي، مالا گلن جي!

وٺس رنگ، رس، روپ ۽ واس بسيڪي
ڪليءَ جي چپن تي ٿي دولت چمن جي!

چپن تي، هيو ذڪر جنهن جي اکين جو
اکين ۾ هئي پياس تنهن جي چپن جي!

گل افشان بڻي شيام مشهور ناهي
پري ڪيترو ويندِي خوشبو گلن جِي!





ويني ويني جي ڪَتيون تي اڄ اُهي راتيون ڪٿي
تيندي تيندي جي تيون تي اڄ سي پرياتيون ڪٿي؟

رس رهاڻين ۾ پرين ۽ جي ملڻ ۾ سڪ پرين
هاءِ سي راتيون ڪٿي اڄ هاءِ سي باتيون ڪٿي؟

اٿبٺت پيي ناهہ، اڄ وڃ پيي اڳي جان آهہ پر
پوءِ پيي ڪنهن سان اُهي پهريون ملاقاتيون ڪٿي؟

چٽَن جهوٽن چٽَن بوندن سان چمن سرها تيا
اڄ ڪٿي ساڳيون هوائون، ساڳيون برساتيون ڪٿي؟

ننڊ نيڻن کي اچي جن ۾، اهي راتيون پيون
ننڊ جي لءِ رنج يا راحت پريون راتيون ڪٿي؟

سونهن، سڪ جو راز راتين ۾ وڇوڙي جي پروڙ
شيام ڳچ ڳارڻ جي لئِ هي دک پريون راتيون ڪٽي؟





آرزوي‌ء ڪمال ڪير ڪري؟
ماهِ ڪامل مثال ڪير ڪري؟

زندگي زندگي بڻائي فراق
آرزوي‌ء وصال ڪير ڪري؟

آهي سڀ خواب جي ٿي رنگيني
پر ٻہ اهڙو خيال ڪير ڪري؟

هرڪو ڏسندي تيو سراپا ديد
ڪير سوچي خيال ڪير ڪري؟

جي تڪا پير ان ڪري ويهي
جستجو پائمال ڪير ڪري؟

من جي در تائين شيام پهتاسين
ڳالهہ آهي سوال ڪير ڪري؟

جيڪو آيو اچي سو وينو شيام
ويو پاسي ۾ خال ڪير ڪري؟





آدميءَ جي بہ زنـدگِي چـاهـي!
ڪن خوشي، عمر ير غمِي، چاهي!

جي تو ويـچـارجي تہ چا نـاهـي
ائين تو ڏسجي تہ زندگِي چاهي!

جڙي سڪ جي گھڙي غنيمت ڄاڻ
موت ڪان پو اٽل خوشي چاهي!

لهس آئِي نہ شمع ڪـي ڪـائـي
ويـا پـروانا چـار تـي چـاهـي!

شال اِنسانُ تـي سگهي اِنسانُ
ڪو بڻيو حور يا پري چاهي!

غمر ئي اِنسان جي گهڙت تو ڪري
غمر بنان شيامر آدمِي چاهي!





اِيءَ اُن جي عجب سخا نہ آهي؟
چا مونکي تيو عطا نہ آهي؟

راحت جو جهان، غم جي دنيا
دل هڪڙي ڏس تہ ـ چا نہ آهي؟

راحت جو سواد پڻ چکيوسين
هيءَ ميءَ بہ تہ غم ربا نہ آهي!

انڪار جفا، جفا تيو پر
اقرار وفا، وفا نہ آهي!

تون دل کان سدا جدا گذارين
دل توکان مگر جدا نہ آهي!

چو شيام وجي مان ڪيس ڳوليان
چا منهنجو خدا، خدا نہ آهي؟





نظارو لاجواب آهي برابر لاجواب آهي
اکين کي ڇا کجي، جن کي ڏسڻ جو ئي نه تاب آهي؟

اڄوڪي رات ڪنهن ذرهّ ذرا ئي ڪين اک لاتي
زمين جاڳي رهي، اڄڻو سياڻي انقلاب آهي!

حياتيءَ ۾ ڪٿي ويساند يا بيهڪ ميسر تي
حياتي انقلاب آهي، ها، مسلسل انقلاب آهي!

ٿيو هي ڇا؟ڪڏهن؟ ڇو؟ڪئن؟ڪٿي؟ڪجهه غور ڪر انتي
ڪِ هر ايجاد ان مان ڪنهن نه ڪنهن هڪ جو جواب آهي!

هجي بگڙيل ڀي بهتر زندگيءَ جا خواب ڏيکاري
خراب آهي حياتي پر نه ايڏو سا خراب آهي!

اڃا اکڙين تي تنهنجي رات جي سپنن پيري ڇايا
سنهري صبح ئي ڇڻ جاڳندي جو ڪوئِي خواب آهي!

اِلا! هي صاف اُپ، اڌ رات جي خاموش چانڊوڪِي
جو ڏسندو هوس نو شهري ۾ هيءُ ئي ماهتاب آهي!

خوشي ۽ رنج تنهنجي جي خبر ڪهڙي پوي ڪنهن کي
نه منهن ۾ مرڪ آهي ڪا، نه اک ۾ شيام آب آهي!





پڇان ٿو دور دنيا کان جو چاهيان ٿو نہ تنهائي
اڪيلائي وڃي جيڪر اچي جي هت اڪيلائي!

وسارڻ جي وڃي وسري ستائي ياد ڇو ايڏو
وساريم ان کي جڏهن جڏهن تي سندس تڏهن تڏهن تي ياد آئي!

اچا معصوم مکڙيءَ ڇا ڏٺو هو باغ عالم ۾
ٽڙي هڪ رات ۾ ۽ رات ۾ ٿي هاءِ، مرجهائي!

هزارين حسن جا جلوا انهن مان پيا لِيا پائن
مگر ڪنهن اشڪ پيهم جي نہ پاتي آهہ گهرائي!

خزان ۾ پڻ بهاريءَ جي نہ ويئي دل منجهان رنگت
اتس لالاڻ لالاراز جي ڇا شيام چورائي؟





اکين تي تو چڙهي رنگ شباب آهسته آهسته
وڏي شوخين جي جهرمٽ ڏي حجاب آهسته آهسته

پري روپي پيالي ۾ شراب آهسته ائن ساقي!
ڏئي جئَن چنڊ کي نور آفتاب آهسته آهسته!

کڇن مستن ڏي ساقيءَ جون ائين تنڊاکڙيون اکڙيون
هٽائي کنوار جئن منهن تان نقاب آهسته آهسته!

اڃاڻائي، لنوائڻ، تورو مشڪڻ، نيٺ ڳالهائڻ
انهيءَ حد تي رسيو آهي حجاب آهسته آهسته!

اچا ائن شوق پرور زندگيءَ جي هر گهڙي گذري
هٽائي کنوار جئَن منهن تان نقاب آهسته آهسته!





ماهپارن کي ڏسڻ جي مهل آهه
رات، تارن کي ڏسڻ جي مهل آهه!

چوڏهين جي رات، شرنائين جي لات
سُونهن وارن کي ڏسڻ جي مهل آهه!

موڪلائي چنڊ تو لاکي جي مهل
سرد تارن کي ڏسڻ جي مهل آهه!

ڪوئلن جي آهه ڪُوڪُو تي شروع
بيقرارن کي ڏسڻ جي مهل آهه!

مٺ پڪوڙيل، لال گل، نيچي نظر
شرمسارن کي ڏسڻ جي مهل آهه!

پاڻ جان مخمور اکڙيون جئَن ڪٿن
نازَ وارن کي ڏسڻ جي مهل آهه!

چيٽ جي منجهند، نُمن جي ڇانوَ هيٺ
شيام پارن کي ڏسڻ جي مهل آهه!





بلبل کي بس اُهوئِي اچا انتظار آهہ
آيو نہ آئي جهڙو چمن ۾ بهار آهہ!

زاهد! اٿين اُبهرو نہ تِي باغ عيش ۾
گلزار کان نفيس هتي خارِ زار آهہ!

لوڏي هندورو شاخ جو گلزار ۾ صبا
غنچي ۾ آهہ قول کِ تنجڻ ۾ پار آهہ؟

گلزار جي اُکنڊ رهي دل ۾ تي مدام
گل سان فقط نہ، خار سان پڻ مونکي پيار آهہ!

کوٺن ۾ قيد جسم ۽ پٽکي پٽُن ۾ دل
سک جسم کي نہ آهہ نہ دل کي قرار آهہ!

مونکي نہ چيڙ ان جي تصور ۾ اي بهار
هن وقت رنگ وَ بو بہ طبيعت تي بار آهہ!

امکان ۾ آندو عيش ۽ سورن وجود ۾
ڏک سک تي ئي اسان جي جِيَڻ جو مدار آهہ!

هوريان هندورو هانوَ جو اي شيام پيو لڏي
جاڳڻ تي زندگيءَ جي نہ کو اعتبار آهہ!





بي سود بهار آهه نه جي جامِ شراب آهه
مطلب نه ڪو جلوي جو، ڏسڻ جو نه جي تاب آهه!

جهولي ڏِي صبا مست ٿي، بلبل به لنوي لات
مکڙيءَ نه اجا لاٿو ٿي منهن تان نه نقاب آهه!

راتيون هِي وڇوڙي جون، نه ڏس چنڊ، نه گهم باغ
سچ، منهنجو چوڻ مڃ نه ته تولاءِ خراب آهه!

انجام ڏٺئون گل جو مگر پو به ٽڙن هيئَن
غنچن کي به ڪئَن ڏوهه ڏجي نيٺ شباب آهه!

هڪ سُرڪ پيرڻ ساڻ ٿِي چا رنگ ڏسان ٿو
ساغر ۾ اي ساقي، هي شراب آهه ڪِ خواب آهه؟

ڪندين ڪان چڏائڻ لاءِ چڪيم پنهنجو پلوَ شيام
پن پن تي چٽي هيٺ ڪِريو ڦول گلاب آهه!





هر قدم اهڙيءَ طرح اڳتي وڌائيندا هلو
نوجوانو! بس وڏن جا وڻ وڇائيندا هلو!

زندگي ۽ زندگي جي تلخين جي باوجود
جھومندا نچندا ۽ ڳائيندا وڇائيندا هلو!

هر نئين مشڪل سان دل ۾ شوق پيدا ٿئي نئون
مشڪلن تي ٿهڪ ڏيندا وڪ وڌائيندا هلو!

دشمنيءَ سان چا اوهانجو، دوست بڻجي عام جا
جي بڻڻ چاهي ڪوئي دشمن، بڻائيندا هلو!

ياند ڪنهن دل جو وجي رهجي نہ خالي درد کان
دوستو اِئن درد جي دولت لٽائيندا هلو!

پنهنجي مقصد کي ڏسڻ کان جي ڏسو معذور آهہ
نور بڻجي اک ۾ دنيا جي سمائيندا هلو!

هر قدم آهي اوهانجو چڻ بهارن جو قدم
برپٽن ۾ باغ جي رنگت رچائيندا هلو!

پنهنجي قدرت سان بدلائي هنڌَر جهونو نظام
شيام دنيا ۾ نئين دنيا وسائيندا هلو!





جي مڙيا بادل هوُ ڪارا ڇا ٿيو؟
پل وهائي بجلي آرا، ڇا ٿيو؟

نوجواني ۾ ڏجي طوفان ڪان
هن طرح ڳولي ڪنارا، ڇا ٿيو؟

جي حقيقت ڪان اکيون پوتي ڏٺئہ
خوبِ خوابن جا نظارا، ڇا ٿيو؟

زندگيءَ کي روشنيءَ جي آهِ لوڙ
آپ منجهان لاٿئہ ستارا، ڇا ٿيو؟

جا اُتل ڪائي ڪري بستيون اُجاڙ
پل هجي گنگا جي ڌارا، ڇا ٿيو؟

وڪ ڪنئي نُورا سنڌءِ ميرا تين
سؤ ڪري منزل اِشارا، ڇا ٿيو؟





هڪ جوانيءَ جو ئِي سهارو هو
شوق دل جو نہ ڪو ڪنارو هو!

ٿمڪندي پو بہ شمع شوق رهِي
گرچه چئنِي طرف انڌارو هو!

چا نزاڪت سان اک پري بيٺو
سج لٿي آپ ۾ هڪ ئِي تارو هو!

آرزو، خواب، تنهنجو سندر روُپ
چاهہ پيي چنڊ بيج وارو هو!

اک ۾ اُميد، منهن ۾ مرڪ پريل
شيام هو يا ڪو شيام پيارو هو!





پاڻ ئي حال ٻڌڻ لِءِ هئين آتو اهڙو
خوش ٿئين ها ٻڌي، سمجهو هئو ڇا تو اهڙو؟

ذڪر تنهنجو جي ٿئي منهنجو ٻہ گڏ نانءُ ڳنهن
لاهي دل تان ئي ڇڏيُئہ، تنهنجو تہ ناتو اهڙو!

هلڪي خوشبو ڪِ مڌر گيت ۾ ليڪن ڪنهن ريت
پيا پيغام اچن، ڪير تيو آتو اهڙو؟

اڳ ڪڏهن ڇانوَ ۾ سپنن جي سمهيو هوس نہ مان
ساهہ سپنن ۾ اڙيو نينهن سڃاتو اهڙو!

خواب ۾ پيي ٿي ڏنم مرم اکين ۾ تنهنجي
’نرلج‘ تو لقب ڪئن مونکي لاتو اهڙو؟

قول کان سرس ڇٽو، سرس لڪل خوشبو کان
اک ڏنو توکي اٿين، دل توکي ڇاتو اهڙو!



○

تون هئين يا ڪوئي تو جهڙو هو
دگ جهلي منهنجو ڪو ته بيٺو هو!

ڏينهن جان سهڻو، رات جان پُرڪيف
توکي سچ، ڪنهن ته چنڊ سمجهو هو!

ڪنهن تي گيتن مان ائن ليا پاتا
ڪير ڪنهن لاءِ ايڏو آتو هو؟

چا ڏسي محو تي نگاهه وئي
ڪجهه به آڏو نه هو، نه اوڏو هو!

ههڙي محفل ڇڏي ويو اڏ مان
شيام ٿي هو هتي جو ويٺو هو!

○



اهي گهريون گهريون ۽ ڪاريون اکيون
سُهڳ رات جان سهٽيون پياريون اکيون!

ڪڏهن ڏس ته پنهنجن کان پنهنجون گهٽو
ڪڏهن چڻ ته ڌارين کان ڌاريون اکيون!

شرارت ته بس ڪوئي ڪانئَن سکي
اهي جي لچاريون لچاريون اکيون!

محبت سان ڪنهنجو نه ڪجهه وس هلي
نمائيون ٻٽيون ماڻ واريون اکيون!

هُو پاڪن جو گهونگهٽ اڏورو ڪليل،
ڪنواريون لڳن اڄ ڪنواريون اکيون!

اِشارن ۾ اورِن سچو حال سي
ڪچن ڪينڪيِ مرم ماريون اکيون!

مڌر خواب سيئَيِ ڏسن شيام، جن
اکين ۾ پرينءَ جون وهاريون اکيون!





ڪهڙي دنيا مٿيءَ جي ڳالھه ڪريون
اُگهه اکيون، ڪل خوشيءَ جي ڳالھه ڪريون!

موت تي روئبو به پر هاڻي
مرڪندڙ زندگيءَ جي ڳالھه ڪريون!

آهه ڪاراڻ يي منجهس ليڪن
چنڊ جي چانڊنيءَ جي ڳالھه ڪريون!

ختم اونده جون ڪر اِهي ڳالهيون
اڄ ته ڪا روشنيءَ جي ڳالھه ڪريون!

گل ڪماڻا ڪٿي ته پيو چاهي،
ويهه، ٽڙندڙ ڪليءَ جي ڳالھه ڪريون!

بس خوشي اڄ جي، ٿهڪ پڻ اڄ جا
هن گهڙيءَ، هن گهڙيءَ جي ڳالھه ڪريون!





حال دل کولي زبان ساڻ ٻڌايان ڪئن مان
پنکڙيءِ هڪڙيءِ کٽي آگ لڳايان ڪئن مان؟

ڪجي جيڏانهن نظر، هاءِ، ڄهنم ڏسجي
ويهي جنت جا هتي پور پچايان ڪئن مان؟

جن ڏسي ڪنيسُ، اکيون بند ڪيون هئن آهن
سڏ ڏئي چؤ تہ سندن ننڊ ڦٽايان ڪئن مان؟

تو ٽئي صبح، مگر پاڻ اجا خواب لهن
مست اکڙين کي حقيقت بہ پسايان ڪئن مان؟

اڳتي دگ لاٿئو آهيم هزارن کي هلي
راه منزل تي مڙي، پير هٽايان ڪئن مان؟

زندگيءَ جون ڪي گهڙيون هاڻ رهيون ڳاڻ ڳڻيون
تون ئي چؤ، تن کي بہ ڳالهين ۾ وڃايان ڪئن مان؟

دل نہ احساس کان خالي، نہ ڪمي گيت جي
ساز ناساز تي ڳايان بہ تہ ڳايان ڪئن مان؟





شمع محفوظ ٿِي وسامڻ کان
ڪين رهندا پتنگ ڪامڻ کان!

آسمان تي نظر، پرن ۾ ڦڙڪ
باغ ڪا روڪ ٿِي اُڏامڻ کان؟

مُڙِي ماضيءَ ڏي بار بار نہ ڏس
دل بچائج انهِي جي ڪامڻ کان!





شڪستہ دل جي ڪري بحث ۾ نہ پوندا سين
پڳل تتل چئي ڪي لفظ، ڇا ڪي چوندا سين؟

ڇئين صبا ڪي اچي پر پتيا گلن، افسوس،
وڏيڪ باغ ۾ تن ڪي ڏسي نہ سگهندا سين!

هتي بہ ڪجهہ نہ ڏٺوسين، اُتي بہ ڪجهہ ڏسبو
هتي بہ ڪجهہ نہ مليو، ڪجهہ اُتي بہ وٺندا سين!

ملي مٽيءَ ۾ بہ مائل ٿيون نہ خاڪ طرف
بلندين تي فلڪ جي نگاهہ رکندا سين!

رهيو جي هوش سلامت ڏسڻ سان اُنجي شيام
نگاهہ هوشربا جو تماشو پسندا سين!





جي درد ٻئجي ڪوئي سنياري تہ ڇا ڪريان
دل جي ڏڙڪ ڏڙڪ ۾ پڪاري تہ ڇا ڪريان؟

هيءَ رات، ھِي سهائِي، هي خوشبوُ ڀنل هوا
گذريل گهڙين جيِ ياد ڏياري تہ ڇاڪريان؟

اڪ جو لڳڻ قرار نہ دل بي قرار جو
جي دل ۾ جاڳي درد اُٿاري تہ ڇا ڪريان؟

بي لطف زندگي، هِي اڪيلائِي، ماٺ ميٺ
هر هر جي تنهنجي ياد ڏياري تہ ڇا ڪريان؟

تارن جو گرچہ پورو ٿي سگهندو شمار ڪين
وعده بہ جي سگهان نہ وساري تہ ڇا ڪريان؟

ان ناز تان نثار، پوي منت هڪ قبول
پيهر تہ چوَ اٿين ٿي نهاري تہ 'ڇا ڪريان؟'

هر حال شيام مان تہ خوش آهيان مگر اجهو
مونکي ڏسي هو لڙڪ جي هاري تہ ڇا ڪريان؟





شوق گلزار ۾ اکڙين جي ڦهارن سان ورونهن
تا ڪريون، داغ پريل دل جي نظارن سان ورونهن!

حد ڪان آهه گهٽو راڻو وِڏوٽو، منومل!
هجر جي رات ڪرين ڪٿَن ٿي ستارن سان ورونهن!

چٽنگ چولي کي لڳيَّي شال نه ڪڏهين راڻا
تو ڪرين حسن جي لڙڪن جي شرارن سان ورونهن!

ڪين ڪِل ڪنهنجو ڏسي پاند پريل ڪنڊن سان
سي گلن ساڻ رهن، ڪن تا جي خارن سان ورونهن!

دل جي ڪومائِي ڪليءَ ڏانهن نظر هڪڙي فقط
شل رهئَي جوڙ جوانيءَ جي بهارن سان ورونهن!





يري آه، دل ۾ ٿي خود باھہ ٻاريم
وسائڻ جي لئہ ٿي وري لڙڪ هاريم!

ويو هوس اُن جي بہ محفل ۾ ليڪن
چوان ڪئن تہ پنهنجي ڪٿي دل وساريم؟

ڏکيا هت، ڪتوري نہ مونکان ڪنئي ٿي
تہ ساقيءَ نظر سان ئِي اوتي پياريم!

مونکان پڇ، پچين چال جي آسمان جي
سجي رات تارا تڪيندي گذاريم!

ڪجي ياد تن کي جي وسري وڃن ٿا
نہ جي شيام ساريم اُهي ڇا وساريم؟





چڏ رسڻ جي ريت راڻا، آءُ تہ پرچون پاڻ ۾
تو بنان ٿيا پينگ پاڻا، آءُ تہ پرچون پاڻ ۾!

منهنجا مالڪ! تنهنجي لءِ هي ساهہ، سوپيا ۽ سرير
ڪئَن ڪريان ٻي ساڻ ماڻا، آءُ تہ پرچون پاڻ ۾!

ڪاڪ جي ڪپ تي ڪمل ڪومل ڪمل بدني ڪنوار
گل ڪماڻا، لڳ وساڻا، آءُ تہ پرچون پاڻ ۾!

ڇا اکين آڏو نہ آهئي 'سُرڳ جي سپني جِي رات'
وار سي سرڪنڊ هاڻا، آءُ تہ پرچون پاڻ ۾!

سونهن جي پاڪر ۾ ليٽي هت ڪيئہ تي لاڏ ڪوڏ
ڪئَن سَرئي تي تنهن پڇاڻا، آءُ تہ پرچون پاڻ ۾!

هاءِ سومل سان سمهڻ ڪان جي رنو مون ڪانڌ لءِ
هوند ٿيا مهڻا نہ ماڻا، آءُ تہ پرچون پاڻ ۾!

هو مهارو، سيج هوءَ، هو سيج تي مکڙيون سکل
کهہ پيل کٿ تي وهاڻا، آءُ تہ پرچون پاڻ ۾!

ٻاجهہ ڪر، هن واجهہ وجهندڙ ڏانهن پيرو ڪر پتار
ساهہ سيباڻا، سياڻا، آءُ تہ پرچون پاڻ ۾!





مسرت ۽ راحت جا رنگين سپنا! تبسم ٿي تارن جي اڄ انجمن ۾
نوا بڻجي بلبل جي رنگ چمن ۾، بهاري ٿي مکڙين جي اڄ پيرهن ۾!

ڪليمي سوالن جي ورجائين ۾، فقط حسن جي شوخين ۾ نه آهين
وسين تون محبت جي نيچي نظر ۾، وسين تون ئي ممتا پريل پڻ سخن ۾!

هجان لطف گلشن مان واقف چوان ڪجھ، ڪريان ڇا؟ ڇيو گرچه سيني اٿين ٿي
ٽڙيل غنچو غنچو هٿو منهنجي خاطر، هٿي مرڪ مون واسطي ٿي گلن ۾!

ڪٿي مسڪراهٽ مان مکڙين جي ايندس، ۽ تن سان ستارن جو سنگيت ڪومل،
ڇڏيندس نه تنهنجي منائڻ جو حيلو، زمين تي چمن ۾ يا اوچي گگن ۾!

گلن جي پگهل دل ۽ شبنم جا آنسون، پرن ساک ها ڇو نه منهنجي بيان جي
مگر توکي غم دل جو ڪنهن پر ٻڌايان؟ فلڪ تان مان ڪٿ چنڊ آڻيان چمن ۾؟

پڙهي شعر پنهنجو ڇڏي بزم نڪتين، رهي اُن جي هرگز نه ڪجھ ڄاڻ ڪنهنکي
سڄي بزم جي بزم ٿي محو ويٺي، نزاڪت پريل تنهنجي شيرين سخن ۾!





دنيا سان رک ثابت لاڳ
وهم نسورو آهي تياڳ!

اُت ڪجهہ ڪر، ائن ڪٿي نہ ويهہ
ڏکن سکن جو هي ڪتراڳ!

آهہ ڌهڻ تي جهونو نظام
ٿِيِ رهيو هن يگ جو ياڳ!

اکڙيون چنين تارا هاڻ
ننڊ منجهان تي رات سجاڳ!

نقش قدم يا روشن جوتِ
چال سنڌءِ يا ديپڪ راڳ!

دل جو کوليو حال نگاه
جاڻجي جڏن الاپ مان راڳ!





پرندن جا نغما ۽ گل گل جي رنگت ۽ حسن مجسّم جو انداز نازڪ!
پسائن جهلڪ ڪنهنجي ۽ ڪنهنجو جلوه، ٻڌائن مڌر ڪنهنجو آواز نازڪ!

هجي گاه تي يا هجي گل تي شبنم، هجي جهنگ ۾ يا هجي باغ اندر
ٻڌن سڄ سنڌا ترورا پر سندس، ڪو، ڏسي صبحدم ان جو پرواز نازڪ!

سمندر جي گهرائي چاهيان نہ مالڪ! نہ طوفان جو شور غوغا پيانڪ
مونکي ڏي ننڍي لهر جي دل سپاجهي، انهيءَ جي رواني ۽ آواز نازڪ!

معطر هوا جو اهو ناهہ جهوٽو، مگر شيام مضراب جي چوٽ آهي
ٿيو ايتري قدر احساس نازڪ، ٿيو ڪيتري قدر هي ساز نازڪ؟





عشق کي ٻڄي، وري مٽجي وڃڻ جو آهہ شوق
حسن کي مٽجي، وري موٽي ٻڻڻ جو آهہ شوق!

ڪٿَن نظر يڪ جا تڪي ان حسن تي سگهندي ڀلا
جنهنکي ڪڏهن گل ۾ ڪڏهين رخ تيڻ جو آهہ شوق!

جي تيان مٽجي مٽِي من ماڻ واري تيان مٽِي
تنهنجي پيرن جِي پٽِي ٻڄي رهڻ جو آهہ شوق!

ديد جي راحت ڪتي پيغام مان حاصل ٿئي
ڪين سو چاهي ٻڌڻ جنهن کي ڏسڻ جو آهہ شوق!

شعلہ تڙقي جٽَن نہ ڦڙڪن شيام پر پروانہ جا
شمع کي ڇا حسن ڪنهنجي تي جلڻ جو آهہ شوق؟





هميشه بخت جي در تي اميدوار بہ ڏس
سواءِ قول ۽ اقرار انتظار بہ ڏس!

پريئہ شراب بلوري پيالہ ۾، ساقِي!
پيالہ پنهنجو بہ ڏس ۽ لب نگار بہ ڏس!

اڙي! متو تہ متي کڻ ڪرين اهو چا پيو
قدم صنم جا بہ ڏس، پنهنجي سر جو بار بہ ڏس!

گلن ۾ جيڪي تُريا، هانوَ تي هڻا هلڪا
ڏسڻ بہ بار تيا، جڳ جو ڦيرڦار بہ ڏس!

انهيءَ ڪان اڳ جو تري جو لڳائين اندازو
جواهرن جڙي هر لهر جي ڪنار بہ ڏس!





اِيءَ نگھہ، آفاق جو دامن اُڊوڙ
ياڪ ڪڻ، اونده ڪي پاڙن کان اُکوڙ!

اُٿ، سڌل قسمت ڪي ڏونڌاڙي اُٿار
غفلتن جِي هيءَ طلسمي جوڙ توڙ!

بيوسيءَ پنهنجيءَ ۾ پيدا ڪر تون زور
بس مقدّرِ جون جهلي ٻانهون مروڙ!

ديوتائن لئِ رکو امرت نہ هو
پِي سگهين تو تون بہ، ساگر کي ولوڙ!

رخ مٽائي تو زمانو يا نہ، ڏس
چنڊ ۽ سج جي چڪي تون واڳ موڙ!

شيام جٽن ريلا ڪري دريا وهي
خشڪ پٿر کي ائين مٺ ۾ نچوڙ!





خير جي دائري کان بس ٿيا ’ڪلهه‘ ۽ ’سڀاڻ‘ ٻاهر
ويو هُو پهچ کان نڪري ٿيو هُو پهچ کان ٻاهر!

فقط ’اڄ‘ جو ڏهاڙو آهه پر تنهن لئِ به ڇا چئجي
گهڙيءَ جو پروسو ناهي، اهو پڻ ٿيو وسان ٻاهر!

تڏهن پيو اڄ ته دل کولي، ڏيون ڪي ٿهڪ ٽهڪن تي
چِتي اهڙي طرح، نڪري اچون غمخانه مان ٻاهر!

اچوڪي رات اڄ اوتيون، پيون ۽ مست ٿي ڳايون
گهٽوڻي قبر ۾ سمهبو، ڪِي جاڳون قبر کان ٻاهر!





تو ۾ ئي دلبر وسي، دل ڪي نہ اِئن پرماءِ ڪجهہ
جنهنجي لئہ پتڪين ٿو، تهنکي پي تہ اِئن پتڪاءِ ڪجهہ!

وڄ جيان مرڪي، ڪرين ڇو جهاتوريون منهنجون اکيون
ڇو هلين حيلا، مون ڪان لڙڪن لڪائڻ لاءِ ڪجهہ؟

ڪِن ۾ چمڪي مرڪ پيئي، ڪن ۾ لڙڪن جي لڪا
ڪن اکين آهي ڏني ديوانگيءَ ڪي جاءِ ڪجهہ!

ڪل خوشيءَ جي ٿهڪڙي جو جت پڙاڏو ڪين ٿي
جي هجي سونو محل، دل ۾ نہ اُن لئِ جاءِ ڪجهہ!

هتڪندڙ لڙڪن ڪنان ۽ هيڪندڙ مُرڪُن ڪنان
دل جي منڙي درد جو ڳجهہ مونکي پڻ سمجهاءِ ڪجهہ!

توکي ترسڻ لئِ زبردستيءَ مڃايون شيام ڪيئن
ڇا اتئون لُڙڪن بنان توکي مڃائڻ لاءِ ڪجهہ؟





اي زندگي! وڃان تو مان پنهنجي خير جي وات
هائي سلام، ترڪ ڪيم عمر ڀر جي وات!

رگ رگ بدن جي، هاءِ، پئي تازيانو ٿي
اي جان! حيف، ترڪ ڪيءِ اِئن سفر جي وات!

جي تون هلي سگهين ۽ تو، چاهين ڏسڻ ۽ تو
وِک ڪڻ اکين سان، آهه اڳيان جئن نظر جي وات!

جي اِئن پين جي پير تي هلندين نه پهچندين
هل پنهنجو دڳ وٺي ڇڏي هِن هُن بشر جي وات!





هيڏو روشن هجر جي رات،
ڪير ڏسيندو راز جي بات.

ڪوئل ڪاري ڪارا نيڻ،
نگه نگه چڻ مئڙي لات!

عشق اھا شطرنج جي راند،
جيت بہ جنهن ۾ آهي مات!

موت مفت ۾ ٿيو بدنام،
جنهن کي ماريو، ماريو حيات!

وڏندي اونده ڏٺي تي ساک،
ٿيندي چاڻُ اِجھو پرڀات!

آسَ جهلڪَ اِئَن ڏيکاري،
ڪوئي پارّ ڪري جئَن بات!

جيون منهنجو، منهنجو ساز؛
منهنجا گيت هي ڏينهن ۽ رات!

ڪندا ڪيئَن نہ لڱندا شيام،
گل گلاب جو آهہ حيات!





بشاش ستارن جي شرارت کي ٿيو ڇا؟
اڄ چنڊ جي گنڀير نزاڪت کي ٿيو ڇا؟

هئَن سرد ۽ بي حس بڻي دنيا ڇو سموري،
خورشيد جي جان بخش حرارت کي ٿيو ڇا؟

چڪتاڻ جي چؤطرف اِجهو پڙڪي اٿي باهہ،
ڪٿَن پڇري رهي آمن جي دولت کي ٿيو ڇا؟

زوردار ٿڙن ڪيڏو نہ مزدور جو رت پي،
اِنسان جي الفت ۽ مروت کي ٿيو ڇا؟

مذهب بہ ڪيو راڄ ۽ دولت بہ ڪيو راڄ،
مزدور جي، افسوس، مشقت کي ٿيو ڇا؟

تدبير پڄي پوري ٿي ماڻهو جي طلب؟ بس؟
ايجاد پڄي پيئي، ضرورت کي ٿيو ڇا؟

طوفان جي جهٽڪن ڪان ڏڄي ڳولي ڪنارا،
اي شيام جوانيءَ جي جسارت کي ٿيو ڇا؟





ڦوهه جواني چنچل ڌارا،
روڪي سگهندا ڪَئن به ڪنارا؟

شوخ جواني، چنچل بادل،
مرڪ سندس يا وڄ جا اِشارا!

مست تي جهولن ڪاريهر ڪي،
وار لُڏن اِئن ڪارا ڪارا!

گل جي شوخي، ماڪ جي نرمي،
سواس هي ڪنهنجا سُرها سارا!

ڪير جو تن کي قاتل ڪوني،
نيڻ نشيلا پيارا پيارا!

آهي ڪوئي سُور وندي جو،
آيا آهن سُورن وارا!

سيني ۾ ائن تنهنجون سنيارون،
آڀ ۾ جئَن اي شيام ستارا!





تالي پڌڻ سان دل اٿئن ترڙقي سگهي نہ ها،
وسريل هجين ها، اک اِئين چلڪي سگهي نہ ها!

آهن دکي دلين جا ڪي ڳوڙها ڳڙيا هتي،
هيءَ خاڪ ايترو نہ تہ چمڪي سگهي نہ ها!

تارن سان تنهنجو ذڪر نہ ڇيڙيان ها هجر ۾،
گذري نہ رات ها ڪي سحر تي سگهي نہ ها؟

گلشن منجهان ڪٿي بہ تہ هٿ ۾ ڪنيئي بہ گل،
جهولي پرڻ گهرين ها تہ پرجي سگهي نہ ها؟

سنڌوءَ ۾ جي نہ شيام تہ گنگا ۾ ايري ها،
ايري تہ ها هي لهر اٿين تي سگهي نہ ها!





تصور ۾ مون جي ڏٺا روپ تنهنجا،
ڏسين ها، تون خود هرڪ هاري وهين ها!

اکين جي اڳيان آهه اهڙو نظارو،
نگاهن کان روپوش تي ساري دنيا!

خدا لڳ صبا! ڪر نہ ڪا ڇيڙ سائن،
ڪُلِين اڪ تہ غنچا پريشان ٿيندا!

نگاهون نگاهون ٿي ڇنيندڙ نگاهون
هتي حسن لءِ صرف ڪندڻ جي مسيحا!

رهڻ اڻ ترڙيل شال غنچا اِئين ٿي،
ٽڙيا تا ڪندا پنهنجي گلشن کي رسوا!

ٻٽي حسن جيڪي سمايو اکين ۾،
رهيو شيام دل ۾، تي دل جي تمنا!





متجي دنيا کي سنئين راه لڳائڻ وارا،
عمر خضري جو تيا قدر گهٽائڻ وارا.

جن جو هر لفظ زماني کي ڪري زير و زبر،
مُهر برلب سي تيا صبر ڪمائڻ وارا.

ياد آيو سنڌ احسان تجليءَ وارو،
هوش آيو اتم اي هوش ڀلائڻ وارا!

مان نہ توڙانهن نہ دل ڏانهن نهاري ٿو سگهان،
جلوه گه ناز جو هن دل کي بڻائڻ وارا!

ڏس، ڇڏائي نہ وڃي صبر جو دامن مونکان،
اي هٿن منهنجي مان دامن کي ڇڏائڻ وارا!

بيخوديءَ ۾ جتي آيوسين ڪيوسين سجدو،
آهيون سر خاص ڪتي ڪين جهڪائڻ وارا.

باھ ڀي شيام جلائي نہ سگهي ٿي ڪن کي،
پر هتي بي شرر آهن ڪي جلائڻ وارا.





منو سرود هي جهرڻن جو، گيت نهرن جو.
ٻُڌاءِ جلوا اهي ڪنهن جا؟ ڪنهنجي قدرت جا؟

هي رنگ رنگ ڪيو جو چمن ۾ ڦوٽهڙو
ٻڌاءِ ويس اهي ڪنهن جا؟ ڪنهنجي فطرت جا؟

گلن جي مرڪ منِي ۾ بسنتي باک ڦٽي
کُلن تا راز لڪل ڪنهن جا؟ ڪنهنجي الفت جا؟

جبل جي چوٽ تي چانديءَ جا ڍير ۾ انبار
ڏين تا اُهج اهي ڪنهن جا؟ ڪنهنجي دولت جا؟

هوُ ساوڻي ۾ عجيب اندلٺ جا نقش نگار
کلن تا رنگ اهي ڪنهن جا؟ ڪنهنجي رنگت جا؟

ڪلائون چنڊ جون سُندر ۾ تيج سج جو انوپ
چِٽيا هي چتر ويا ڪنهن جا؟ ڪنهنجي صورت جا؟

تري سمونڊ تي ٻيڙي تي تيز طوفان ۾
نظر نشان اچن ڪنهن جا؟ ڪنهنجي رحمت جا؟





ڪلپنا نيٺ ڇا ٻڌائيندي؟
ديد جي دوري ڪٿَن وڃائيندي؟

سامهون هوندي بہ پنڌ سان پڇبو
ڪٿَن نظر توڙ تي پڄائيندي؟

ننڊ ٿي ننڊ ڪيستائين نيٺ؟
ننڊ سايا ڪي ڇا ڀُلائيندي؟

رهي دائم نظر ستارن ۾
دل جي اوندهہ ڪي ڪٿَن مٽائيندي؟

هڪ گهڙي جسم ڪي نہ آهہ قرار
آتما چين خاڪ پائيندي؟

دل جو غم ۽ ڪندي زبان بيان؟
پنڪڙي هڪ ۽ ڇر لڳائيندي؟



ڏسڻي (INDEX)


غزلن جو تعداد
0 50 100 150 200 250 300 350 400 450
ذات ۽ حيات، 1988ع، 315 غزل
راهون پنڌ پيون، 1998ع، 413 غزل
بوند، لهرون ۽ سمنڊ، 1987ع، 64 غزل
نہ سو رنگ - نہ سا سرهاڻ، 1987ع، 3 غزل
مهڪي ويل صبح جي، 1983ع، 72 غزل
آڇيندي لڄ مران، 1972ع، 80 غزل
واريءَ ڀريو پلاند، 1968ع، 63 غزل
ماڪ ڀنا رابيل، 1964ع، 16 غزل
روشن ڇانورو، 1962ع، 25 غزل
رنگ رتي لهر، 1957ع، 52 غزل
ماڪ ڦڙا، 1953ع، 5 غزل
ڪتابن جا نالا، ڇپائيءَ جا سال ۽ غزلن جو تعداد
0 10 20 30 40 50 60 70 80
غزلن جو تعداد

## ڏسڻي (INDEX)

### ماڪ ڦڙا، 1953ع



### رنگ رتي لهر 1956ع

**روشن ڇانورو 1961ع**

## ساڪ پنا وابيل ، 1964ع



## وارياءَ پويو پلاند، 1968ع

## ٽهڪي ويل صبح جي، 1983ع

## ذات ۽ حيات، 1988ع

راهون پنڌ پيرون (مڪمل غزل) نارائڻ شيام

روشني

## سجاڻپ

نالو: نارائڻ 'شيام' نارائڻ داس گوڪلداس ناگواڻي.

جنم: 22 جولاءِ 1922ع

جنم هنڌ: ساهتيءَ جو ڳوٺ، کاهي قاسم، ضلعو نوشهرو فيروز، سنڌ.

تعليم: بي. اي. (1942ع) ڊي. جي. سنڌ سائنس ڪاليج، ڪراچي.

ملازمت: 45-1946ع نوشهروفيروز ۾ پرشين ٽيچر، ورهاڱي بعد دهليءَ ۾ پوسٽ ۽ ٽيليگراف کاتي جي آڊٽ آفيس ۾ ڪلارڪ.

رٽايرمنٽ: 1980ع ۾ هيڊ ڪلارڪ جي عهدي تان.

**شعري مجموعا:**

1. ماڪ ڦڙا 1953ع (هري دلگير سان گڏ)
2. پنکڙيون 1955ع
3. رنگ رتي لهر 1957ع
4. روشن ڇانورو 1962ع
5. ماڪ ڀنا رابيل 1964ع
6. واريءَ ڀريو پلاند 1968ع
7. آڇيندي لڄ مران 1972ع
8. مهڪي ويل صبح جي 1983ع
9. نہ سو رنگ- نہ سا سرهاڻ 1987ع
10. بوند، لهرون ۽ سمنڊ 1987ع
11. ذات ۽ حيات 1988ع

**ترجما:**

1. ڪبير (پربڪر ماچوي جي انگريزي مونوگراف جو ترجمو) 1980ع
2. غالب (ايم. مجيب جي انگريزي مونوگراف جو ترجمو) 1986ع

**ديهانت:** 10 جنوري 1989ع نئين دهلي، ڀارت.

A ROSHNI BOOK
Poetry
Pakistan Rs. 200.00

# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياڄوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان ”**پڙهندڙ**“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان ڪٽي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنی e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاريِ تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعویٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جهڙيءَ طَرح وٽن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، ٻَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَبِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي ڪُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، جاڻَ، سمجهَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهه ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہ جڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڏي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہ جڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۾ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڻجاڻائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻجاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، ڇالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشش ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اڻٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

> وڻ وڻ کي مون ڀاڪِي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
> پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
> ـ اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)